# باب ڏهون

## سماجي لسانيات کان محاورن جي اپياس تائين

### (الف) سماجي لسانيات جي اوسر:

اها حقيقت آڳاٽي زماني کان وٺي ماڻهن کي معلوم هئي تہ هڪ ٻوليءَ ۾ علائقائي آراڌاين کان سواءِ سماجي ڪلاسن جي ڪري ۽ ڳالهہ ٻولهہ جي موقعي (ڪانٽيڪسٽ) جي اعتبار سان آراڌايون پيدا ٿين ٿيون. وڏن اديبن جي لکتن ۾ اهڙي قسم جي ساڃاهہ موجود هئي. مثلاً شيڪسپيئر جو هيمليٽ جڏهن مسخرن سان ٿو ڳالهائي، يا پنهنجي دوستن سان ٿو ڳالهائي، بادشاهہ سان ٿو ڳالهائي يا اوفيليا سان ٿو ڳالهائي تہ سندس گفتگوءَ جو انداز هر موقعي محل جي مناسبت سان مختلف آهي. لسانياتي علم ۾ اهڙين ويريئيشنز (آراڌاين، تفريقن يا اختلافن) ڏانهن علمي همدرديءَ جي نظر سان گهٽو پوءِ ڏٺو ويو. لسانياتي جاگرافيءَ ۾ اهڙين آراڌاين کي اٽليءَ واري جيبرگ ۽ جوڊ جي مطالعي ۾ تڏهن جڻ اصولاً مڃيو ويو جڏهن هر شهر يا هنڌ مان ٻن مختلف سماجي حيثيت جي ماڻهن کان انٽرويو ورتا ويا. امريڪا واري لسانياتي ائٽلس جي سروي جو بنياد انهيءَ اٽليءَ واري ماڊل تي هو. ڪارڪنن کي تربيت ڏيندڙ بہ جوڊ ئي هو ان ڪري علائقائي آراڌاين سان گڏ سماجي آراڌاين جو بہ اهڙي طرح مطالعو ڪيو ويو جو خابرن کي سندن تعليم، لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت ۽ سماجي ناتن جي لحاظ کان ٽن سماجي حيثيتن ۾ ورهايو ويو ۽ هر گروهہ جي خابرن کي وري عمر جي، حساب سان ٻن گروهن ۾ ورهايو ويو. وڏي عمر وارا ۽ اڌڙوٽ يا ننڍي ٿهيءَ وارا. لسانياتي جاگرافيءَ جي انهيءَ سروي اهو ڏيکاريو تہ هر هڪ علائقي جي سماجي حيثيت ۽ عمر جي فرقن ڪري





لفظن اُچارن ۽ جملن جي جوڙجڪ ۾ نمايان فرق ٿيو ٿي. اهڙيءَ طرح لسانياتي جاگرافيءَ جڻ سماجي لسانيات جو بنياد وڌو.

1958ع ۾ جان فشر (Fischer) انگريزيءَ جي اسم فاعل (پريزنٽ پارٽيسيپل. جيڪو فعل ۾ ing _ ڳنڍڻ سان ٺهندو آهي. مثلاً "رَن" سان "رننگ") جي اُچارن رنن runnin رننگ running جي آزاد آراڌائيءَ (فري ويريئيشن) جو هڪ مطالعو ڪيو. ماڻهن جو اڳ خيال هو تہ اهڙيءَ طرح هڪڙا ماڻهو هميشہ "رنِن" چوندا هوندا ۽ ٻيا هميشه "رننگ" چوندا هوندا. پر پروفيسر فشر جي مطالعي مان ظاهر ٿيو تہ سندس خابرن مان تقريباً سڀني ماڻهن اهي ٻئي صورتون ٿوري يا گهڻي انداز ۾ استعمال ٿي ڪيون. مقداري جدولن مان ظاهر ٿيو تہ ڪثرت استعمال جو لاڳاپو جنس، درجي، شخصيت، گفتگوءَ جي رسمي يا غير رسمي انداز ۽ استعمال ٿيندڙ فعل جي نوعيت سان هو.

اهڙيءَ طرح آزاد آراڌائيءَ جي تصور (جي صحت) تي بہ پاڇو پيو. فشر جي تحقيق مان جڻ ثابت ٿي رهيو هو تہ ٻوليءَ جي مختلف صورتن مان ڪنهن خاص صورت جي استعمال جو مدار ٻوليءَ تي ڪيترن سماجي دٻائن تي پڌل هو. فشر جي هن مضمون لسانيات کي سماجي علمن جي سائنسي طريقہ ڪار جي گس سان لاتو. وينرخ، مولٽن وغيره جي ڪمن نظرياتي لسانيات ۽ ڊايالڪٽالاجيءَ جي علمي ٿارين کي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو پر ڊايالڪٽالاجيءَ کي سماجي لسانيات جي واٽ تي پڪيءَ طرح آڻڻ ۾ جيترو هٿ لابوف جو آهي، اوترو ٻئي ڪنهن جو بہ ڪونهي. سماجي لسانيات کي صحيح طريقہ ڪار (ميٿڊالاجي) ڏيڻ جي پڳ لابوف جي مٿي تي آهي. سماجي ڪلاسن جي ساڃاهہ لاءِ لابوف اهي ماپا (پئرامِيٽر) استعمال ڪيا، جيڪي سماجيات وارن وٽ استعمال ٿيندا رهيا هئا. نمونا (سئمپل) هٿ ڪرڻ لاءِ خابرن جي چونڊ اڳي اڳوات ٿيندي هئي، لابوف ان جي بدران نمونن هٿ ڪرڻ جو اهڙو (جنهن تي اڳ پهُہ نہ ڪيل هجي، غير هدفي يا رينڊم سيمپلنگ جو) طريقو اختيار ڪيو جنهن ۾ مثلاً ائين رٿيو ويندو تہ هر هڪ شهر جي هر

ڏهين بلاڪ جي ستين اپارٽمنٽ جي رهاڪوءَ کان اطلاع وٺبو بشرطيڪ هو ٻاهرئين ملڪ جو نه هجي وغيره. اُچار جي مختلف اسلوبن (اسٽائلن) هٿ ڪرڻ لاءِ هن جيڪو انٽرويو جو طريقو جوڙيو اهو به پنهنجي نموني جو پهريون هو.

- آزاد ڳالهه ٻولهه ۽ رسمي ڳالهه ٻولهه جي طريقن سان الڳ مواد هٿ ڪيائين.
- ان کان وڌيڪ رسمي اچار لاءِ خابروءَ کان مضمونن جا ٽڪرا پڙهايائين ۽
- حد درجي جي احتياط واري اُچار لاءِ خابرن کان لفظن جون فهرستون پڙهايائين.

لابوف جي ڪم جي هن طريقي (ميٿڊالاجي) جي ڪم جو سماجي لسانيات جي ڪم تي وڏو اثر پيو. پر ان کان وڌيڪ اهم اثر لابوف جي "مقصديت" جو هو جنهن سان هن سماجي لسانيات تي ڪم ڪرڻ تي گهريو. لابوف ان ڳالهه کي رد ڪيو ته سنڌس مطالعن جو مقصد رڳو ٻوليءَ جي آراڪاين ۽ سماجي فرقن جو باهمي لاڳاپو ڏسڻ هو. لابوف پنهنجي ڪم کي سماجي ۽ لساني مسئلن حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سمڏو. هڙئي قسم جو نظرياتي جهيڙو هن کان اڳ ادب ۽ آرٽ جي ميدانن ۾ وقت بوقت ٿيندو رهيو هو جنهن ۾ ٻن ڌرين جا نعرا هوندا هئا "ادب، ادب جي لاءِ" يا "ادب زندگيءَ جي لاءِ". هتي به اهڙيءَ طرح اهو مسئلو پيدا ٿيو ته لسانيات رڳو لسانياتي رمزن حل ڪرڻ (ڪُئي جا پرڙ ڳولهڻ) جي اندروني شوق لاءِ هجي يا ان کي زندگيءَ جي مسئلن حل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجي. جيتوڻيڪ لابوف جي هن ڪم مشهور ٿيڻ کان پوءِ به ڪيترو ئي سماجي لسانيات جو ڪم اهڙو ٿيندو رهيو جنهن جو مقصد رڳو ٻوليءَ ۽ سماجي آراڪاين جي لاڳاپي ڏسڻ تائين محدود هو. پر انهيءَ زماني جي گهڻي ڪم جو مقصد رڳو وڃي تعليمي (academic) رهيو. ٻوليءَ جي تعليم لاءِ هڪڙي پاسي سماجي ۽ نسلي اقليتن جي ٻوليءَ ۽ انهن جي ٻوليءَ جي معياري ٻوليءَ سان فرق تي ڪم ٿيڻ لڳا، ٻئي پاسي معياري ٻوليءَ جي





تشريح ۽ توضيح ٿيڻ لڳي، جنهن ۾ سماجياتي پهلوءَ سان تشريح جو وارو به آيو.

## (ب) اقليتي گروهن جي محاورن تي ٿيل تحقيق:

امريڪا ۾ اقليتي محاورن تي توجه جو هڪڙو عملي سبب اهو هو جو حڪومت اقليتي گروهن جي تعليم تي توجه ڏنو ۽ ان سان لاڳو تحقيقي ۽ تعليمي ڪم تي گهڻو پئسو سيڙايو. پئسي جي چڪ لسانيات وارن کي به ڇڪي ورتو جن اقليتي گروهن جي ٻارن جي اصل ٻوليءَ تي گهڻو تحقيقي ڪم ڪيو. ٻولين جو گهٽ يا وڌ عزت وارو هئڻ، ٻولين جي ڪري ڪن قومن جو سڌريل هئڻ ۽ ٻين جو اڻ سڌريل هئڻ، ۽ هڪڙين ٻولين جو ٻين ٻولين کان گهٽ يا وڌيڪ منطقي هئڻ، يا ڪن جو ماڳهين غير منطقي هئڻ جهڙا غير علمي خيال گهڻو وقت ٿيو بي معنيٰ ثابت ٿي چڪا هئا، ۽ هنن لسانيات جي ماهرن جي تربيت ئي اهڙي بنيادي خيال تي آيل هئي ته ٻولين جا ڳالهائيندڙ ڪٿي به هجن، ڪيترا به هجن، سڌريل هجن توڙي اڻ سڌريل، سيئي ٻوليون علمي نقط نظر کان هڪ جهڙي عزت ۽ اهميت جون مستحق آهن. انهيءَ ڪري امريڪا ۾ آراڪاين ۽ اختلافن کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويو ۽ اقليتي گروهن يا ڌارين ملڪن جي ٻارن کي، اسڪول ۾ انگريزيءَ سيکارڻ سان گڏوگڏ، پنهنجي اصلي (پهرين، يا مادري) ٻوليءَ تي فخر ڪرڻ سيکاريو ويو. سٺ ۽ ستر وارن ڏهاڪن ۾ "ٻائلنگول ايجوڪيشن" واري تحريڪ جو اهوئي مقصد هو. ۽ اقليتي ٻارن جي ٻوليءَ تي ٿيل ڪم مان پراڻن ماڻهن جا اُهي خيال به غلط ثابت ٿيا ته ڪارا ٻين آمريڪين وانگر "ري" جو اُچار ڪري نٿا سگهن جو سندن چپ ٿلها آهن. ٿلهن يا سنهن چپن جو "ري" جي اُچار سان علمي لحاظ سان ڪوبه لاڳاپو ڪونهي. چپن جي ٿولهه سان جيڪڏهن ڪي اُچار متاثر ٿي سگهن ها ته "بي پي ۽ ميم" جا هجن ها، جن جي اُچارڻ ۾ چپ استعمال ٿين ٿا. پر اهي ٽئي آواز تقريباً آفاقي آهن ۽ دنيا جي هر ٻوليءَ ۾ آهن. الغرض انهيءَ

زماني ۾ ڪارن جي مقامي انگريزي (ورنيڪيولر بلئڪ انگلش) تي گهڻو تحقيقي ڪم ٿيو. لابوف (1969)، وولفرام (1969ع) مچل ڪرنان (1970) ۽ ترون (1972) وغيره اهڙا اپياس ڪيا، جن مان ڪارن جي مقامي انگريزيءَ متعلق ايتري معلومات هٿ آئي آهي جو وولفرام ۽ فيسولڊ (1974 ص 35) جي چوڻ مطابق، ايتري اڄ ڪنهن به غير معياري محاوري بابت هٿ ڪانهي آئي.

## (ج) پڄن ۽ ڪريولن تي تيل ڪم:

ٿورائيءَ وارن (اقليتي) گروهن سان واسطو رکندڙ حاڪم، محڪوم جي لاڳاپي مان اپرندڙ انگريزيءَ جي محاورن جا ڪي قسم مطالعي هيٺ آهن. جيڪي ”سماجي لسانيات“ جي سري هيٺ به اچي وڃن ٿا، ۽ انگريزيءَ جي ”لسانياتي توضيح“ واري ادب ۾ به سندن ذڪر اچي وڃي ٿو. پر لاڪن هڪ نئون سرو به ڏاهيو اٿن: ”لاڳاپي هيٺ ٻوليون“ جهڙي معنيٰ وارو (لئنگوجز اِن ڪانٽيڪٽ Languages in contact) انهيءَ تي به اتفاق ڪونهي ته انهن کي الڳ ٻوليون چئجي يا ڪين انگريزي ۽ ٻين ٻولين جا محاورا ڪري مڃجي. انهن محاورن يا ٻولين تي ٿيندڙ ڪم جو اثر وري موٽ ڪائي اصل وڏين ٻولين جي هڪ ٻئي سان لهه وچڙ ۾ اچڻ واري پهلوءَ تي پئجي رهيو آهي.

جڏهن يورپي اڇا ماڻهو دنيا جي مختلف علائقن ۾ پکڙي پيا ته ساڻن ڏيتي ليتيءَ ۽ وهنوار ڪرڻ لاءِ اتي جي رهاڪن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ اڄن ماڻهن جي ٻوليءَ جا لفظ گڏي ڳالهائڻا پيا. جتي انگريز ويا، اتي انگريزن سان ڏيتي ليتي ڪرڻ، بزنس ڪرڻ لاءِ جيڪي اهڙيءَ طرح نيون ٻوليون ٺهيون تن کي ”پڄن“ pidgin (بزنس، بجنس، بجن، ”پڄن“) ٻوليون ڪري سڏيائون. مثلاً ميلائيشيا ۾ ڳالهائيندڙ پڄن انگلش. ٻئي پاسي پورچوگال، اسپين ۽ فرانس جا ماڻهو جڏهن ويسٽ انڊيز يا ڏکڻ امريڪا ۾ پهتا ته اتي جا ماڻهو ڪين ڪريولو ”ڪريول“ (Carioulo, Creole) ڪري سڏڻ لڳا. جيئن پاڻ وٽ انگريزن کي ”ڀورا“ يا ”گورا“ ڪري سڏيندا هئا. انهن گورن، ڀورن





يا ڪريولن سان ڳالهائڻ لاءِ مقامي ماڻهن جيڪي ڳاڍڙ ٻوليون ٺاهيون تن کي ڪريول (Creole) ڪري سڏيائون. پڄن ۽ ڪريول جي هنن اصطلاحن کي، جيڪي دراصل الڳ الڳ تاريخي پس منظر جي پيداوار آهن، مختلف ماڻهو مختلف معنائن ۾ استعمال ڪن ٿا. ڪي اڃا تائين پڄن ۽ ڪريول کي الڳ الڳ ٻوليون ڪري ٿا مڃين: ڪن وري چيو ته جڏهن اهڙيءَ طرح بگڙجي ڪا ٻولي ٺهي ۽ محدود مقصد لاءِ استعمال ٿئي ته اُها ٿي پڄن، پر جڏهن اهڙيءَ طرح اها ٻولي هڪ خاص طبقي جي روزمره استعمال ۾ پکي ٿي وڃي ته اُها ٿي ڪريول. رابرٽ هال ٻولين جي ڪريول ٿيڻ (creolization) جي گهڻ نسلي (polygenetic) نظريي ۾ ٻن منزلن جو ذڪر ڪيو آهي. پهرين منزل مختلف ٻولين ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ ڏيتي ليتيءَ جي لاڳاپي سان هڪ تمام بنيادي قسم جي پڄن ٻوليءَ جي حيثيت سان شروع ٿئي ٿي. اها پڄن ٻولي انهن سڀني ٻولين جي عنصرن جي ميلاپ سان ٺهندي، جيڪي اُتي ڳالهايون ويندڙ هونديون. نيٺ اِها آسان ٻولي پنهنجي انهن تجارت ۽ تجسس جي مقصدن جي حدن کان ٻاهر نڪري ايندي، جن جي ڪري شروع ٿي هئي، ۽ اتي جي ڪن ماڻهن جي مائيٽي (مادري) زبان ٿي ويندي. جڏهن ٻولي انهيءَ ٻيءَ منزل تي پهچندي تڏهن ڪيس ڪريول چوندا، ۽ ٿوري ئي وقت ۾ نون لفظن ٺهڻ جو هڪ نئون سلسلو (relexification) شروع ٿي ويندو. ٻوليءَ ۾ نون لفظن جي داخل ٿيڻ سان ٻوليءَ جي جوڙجڪ (ساخت يا گرامر) ۾ به واڌارو ٿيندو. ترقيءَ جي هن نقطي تي پهچي اُها ڪريول ٻولي ان پنگتيءَ جي سڀني ميمبرن تائين پهچي ويندي اهڙيءَ طرح ٻوليءَ جي واڌاري جا اهي تاريخي نمونا (پيٽرن) شروع ٿي ويندا جن ۾ لفظ اُڌارا وٺڻ ۽ اندروني ڦيري سان نوان لفظ ٺاهڻ شامل آهن. اڌار وٺڻ ۽ اندروني ڦيري جهڙا نمونا سڀني زبانن جو خاصو آهن: (هال، 1965).

ڪريولن جي مطالعن مان ڪارن جي مقامي انگريزيءَ جي اصليت تي به ڪجهه نئين روشني پئي آهي. اڳي ماڻهن جو اهو خيال هو ته ڪارن جي ٻولي رڳو ڏکڻ ۾ ڳالهايل اڇن جي محاوري جي وڏيڪ

بگڙيل صورت هئي، پر هاڻي ستيوئرٽ (1967_1968) ، بيلي (1965) ۽ ڊلرڊ (1972_1967)جي تحقيق مان پتو پيو آهي ته ڪارن جي ٻوليءَ ۾ گُولا يا گيچي ۽ ٻين ڪريولن جا لفظ عام طرح ملن ٿا. انهيءَ جي معنيٰ اها ٿي ته ڪارن جي ٻوليءَ ۾ سندن اصلي آفريقي ٻوليءَ جا لفظ اُچار ۽ جملي جي جوڙجڪ جا طريقا اڃا ڪنهن نه ڪنهن بگڙيل صورت ۾ موجود آهن. جن جي ڪري سندن محاورو ٻين محاورن کان آراڙو آهي.

## (د) معياري انگريزيءَ جي آراڊاين جي توضيح جا مطالعا:

سماجي لسانيات وارن، جيئن اڳ ڏنوسين ، هڪڙي پاسي غير معياري محاورن جا مطالعا ڪيا ته ٻئي پاسي معياري محاورن جي آراڊاين کي پُرجهڻ ۾ به ڪا ڪسر ڪانه ڇڏيائون. انهيءَ ڪري جو تعليم جو وسيلو اهو محاورو هو ۽ حڪومتن ان تي پئسو خرچ پئي ڪيو. انهن مطالعن مان معياري انگريزيءَ جي آراڊاين (تفريقن، اختلافن يا ويريئيشنز) جا جيڪي ماڊل ظاهر ٿيا آهن، تن مان ٿي ماڊل تعليمي حلقن جي توجه جو مرڪز بڻجي رهيا آهن: گريگريءَ وارو ماڊل (1978 ۽1967) (ڪورڪ ۽ ٻين جو ماڊل (1972)، ۽ سٽريوينز وارو ماڊل (1977ع).

### 1. ٻوليءَ جي آراڊاين جي توضيح لاءِ گريگري وارو ماڊل:

گهڻن عالمن جي اڳ ڪيل ڪم جي آڌار تي گريگري 1967ع ۾ هڪ ماڊل پيش ڪيو جنهن کي 1978ع ۾ وري سڌاري ورجايو اٿس. پنهنجي هن ماڊل ۾ گريگريءَ مختلف آراڊاين کي پرکڻ جا هيٺيان پهلو ٽاڪيا آهن:

1. حاوراتي (ڊايالڪٽ) لحاظ سان ٿيندڙ آراڊايون. (ڏسو چارٽ پهريون)
2. ٻه نمونيائي (ٻن ٽائيپن وارين. ڊايا ٽائپڪ) لحاظ سان ٿيندڙ آراڊايون. (ڏسو چارٽ ٻيون)
2. واپرائيندڙ جي وسيلي (user's medium) جي لحاظ سان ٿيندڙ آراڊايون(ڏسو چارٽ ٽيون)





### 1. محاوراتي لحاظ سان پيدا ٿيندڙ آراڊايون:

هي آراڊايون پنجن قسمن جون آهن:

(الف) واپرائيندڙ جي شخصيت جي اعتبار کان اسرندڙ ذاتي آراڊايون (Idiolectal varieties) ٿهنديون جيئن چوندا ته هيءَ فلاڻي جي ٻولي آهي. لکيل ٻولي جي لحاظ کان چئي سگهجي ٿو ته هيءَ ڪاڪي پيرو مل جي ٻولي آهي، هيءَ مرزا قليچ بيگ جي، هيءَ ميران محمد شاهه جي، ۽ هيءَ غلام محمد گراميءَ جي ٻولي آهي. ڳالهايل ٻوليءَ مان نه ڏسندڙ ماڻهو به آواز ٻُڌي، ٻڌائي سگهندو ته ڪير پيو ڳالهائي. ذاتي آراڊايون اُچارن، لفظن جي چونڊ ۽ گرامر جي واهپي مان سڃاڻي سگهبيون.

(ب) زماني اصليت جي لحاظ کان ٿيندڙ آراڊايون (varieties according to temporal provenance). جيئن چئجي ته هيءَ پندرهين صديءَ جي ٻولي آهي، هيءَ اوڻيهين صديءَ جي، يا ويهين صديءَ يا آزاديءَ کان اڳ يا پوءِ جي فلاڻي ڏهاڪي جي، جنگ کان اڳ جي، يا پوءِ جي وغيره.

(ج) جاگرافيائي اصليت وارين يا فاصلاتي آراڊايون (Geographical or spatial varieties) جيئن برطانيه جي انگريزي امريڪا، آسٽريليا، نيوزيلنڊ، هند – پاڪ يا آفريڪا جون انگريزيون. يا جيئن پاڻ چونداسين ته هيءَ لاڙ جي، وچ جي، يا سري جي سنڌي آهي يا هيءَ شڪارپور جي يا خيرپور جي سنڌي آهي، يا هيءَ هندوستان جي سنڌي آهي.

(د)واپرائيندڙ جي سماجي اصليت وارين آراڊايون (varieties according to social provenance) جيئن مٿئين طبقي جي ٻولي، نوجوانن جي، يا پوڙهن جي ٻولي.

(هـ) واپرائيندڙ جي سمجهه ۾ اچي سگهڻ جي اعتبار سان ٿهندڙ آراڊايون، (varieties according to range of intelligibility) جيئن چئجي ته ڪا معياري آرڊائي آهي ته ڪا غير معياري.

### 2. ڊاياٽائيڪ پهلوئن وارين آراڊايون:

هن سري هيٺ گريگريءَ هي آراڊايون ڇاٽايون آهن:

(الف) واپرائيندڙ جي مقصد (Purpose) وارين آراڊايون. جيئن: (1) فني يا (2) غير فني.

(ب) واپرائيندڙجي وسيلي (ميڊيم) واريون آراڏايون:
جيئن (1) ڳالهايل ٻولي، يا (2) لکيل ٻولي.
(ج) مخاطب سان لاڳاپي (گهاتائپ يا ڇڏائپ) ظاهر ڪرڻ واريون آراڏايون. مثلاً:

(1) ذاتي سطح تي:
(1) رسمي آراڏايون
(2) غير رسمي آراڏايون.
(2) مقصدي سطح تي:
(1) سکيائي (تعليمي) آراڏايون
(2) غير تعليمي آراڏايون

گريگريءَ لکيل ۽ ڳالهايل آراڏاين ۾ وري وڏيڪ فرق اهو رکيو آهي.
1. ڳالهايل آراڏايون
(الف) في البديهہ آراڏايون گفتگو (Spontaneous
- Conversing)
- (monloguing)

۾ استعمال ٿيندڙ آراڏايون،
پنهنجي منهن ڳالهايل آراڏايون،
(ب) غير في البديهہ (non – spontareous)
قرأت (لئي) سان پڙهجڻ واريون آراڏايون، (reciting)
لکيل شيون پڙهجڻ واريون آراڏايون.
2. لکيل آراڏايون
اها آرڏائي جنهن ۾ لکيل ڳالهہ ائين پڙهجي جڻ اُها لکيل نہ هجي.
لکيل ٻوليءَ واري اُها آراڏائي جيڪا ضروري ناهي تہ ڪڏهن پڙهي وڃي.





## ٽيبل پهريون

گريگري جي مضمون "آراڏاين جي تفريق جا پهلو" تان ورتل ٿي چارٽ:
چارٽ پهريون: محاوراتي آراڏاين جي تفريق جا تجويز ڪيل قسم
Suggested categories of dialectal variety differentiation

| | Situational Categories | Contextual Categories | Examples of English varieties (descriptive contextual categories) |
|---|---|---|---|
| | individuality | idiolect | Mr. X' s English, Miss Y's English |
| | temporal provenance | temporal dialect | Old English, Modern English |
| User's | geographical provenance | geographical dialect | British English, American English |
| | social provenance | social dialect | Upper Class English, Middle Class English |
| | range of intelligibility | standard/non-standard dialect | Standard English, Non- Standard English |

DIALECTAL VAF the linguistic reflection of reasonably pern characteristics of the USER in language situations

## ٽيبل پيون

گريگري جو پيون چارٽ: آراڳاين جي ٻه– پهلوئي (ڊاياٽاپڪ) تفريق جا تجويز ڪيل قسم

### Suggested categories of diatypic variety differentiation

| | situational categories | contextual categories | example of English varieties (descriptive contextual categories) |
|---|---|---|---|
| | purposive role | field of discourse | Technical English, Non- Technical English |
| | medium relationship | mode of discourse | Spoken English, Written English |
| User's | addresses relationship | tenor of discourse | |
| | (a) personal | personal tenor | Formal English, Informal English |
| | (b) functional | functional tenor | Didactic English, Non- Didactic English |

DIALECTAL VAR
the linguistic
reflection of
recurrent
characteristics
user's USE of
language in



## ٽيبل ٽيون

گريگري جو ٽيون چارٽ: "واپرائيندڙ جي وسيلي جي تعلق جي لحاظ کان ٿيندڙ آراڳايون"

### suggested distinctions along the dimension of situation variation categorised as user's medium relationship



### 1. ڪورڪ ۽ سنڌس ساٿين جو ماڊل:

هيو ماڊل جنهن کي سمجهڻ توڙي عملي طور استعمال ڪرڻ نسبتاً وڌيڪ آسان آهي. ڪورڪ، گرينبام، ليچ ۽ سوار توڪ (1972 صفحه 13 کان 32 تائين) وارو آهي. هن زماني جي مشهور گرامر جي ڪتاب جي هنن چئن مصنفن هن ڪتاب جي شروعات ئي ٻولين جي آراڊاين سڃاڻڻ جي موضوع سان ڪئي آهي. هن تصنيف جي حساب سان اول ته تي عام مرڪزي (ڪامن ڪور) انگريزي، جيڪا فرينچ، جرمن وغيره جهڙين ٻولين کان ڌار ڪري سڃاتي وئي آهي. انهيءَ ۾ انگريزيءَ ٻوليءَ جون مڙئي آراڊايون اچي وينديون. ان عام مرڪزي انگريزي ۾ موجوده آراڊاين سڃاڻڻ لاءِ آراڊاين جا ڪلاس ڇاٽيا اٿن:

1. **علائقائي آراڊايون:** جيڪي محاورن سان تعلق رکن ٿيون ۽ گرامر، لفظن ۽ خاص ڪري اُچارن جي فرقن مان سڃاڻبيون. هن حساب سان ڳالهائيندڙ جيئن ئي وات پٽي ڪجهه چوندو ته ٻڌندڙ کي پهرين ڳالهه جيڪا ڪڪندي سا اِها ته هيءَ ڳالهائيندڙ برطانوي باشندو آهي، آمريڪي آهي، هندوستاني – پاڪستاني آهي وغيره.
2. **تعليمي ۽ سماجي بيٺلائيءَ جي لحاظ کان آراڊايون** ڏيکارينديون ته ڳالهائيندڙ جي ٻولي معياري آهي يا معيار کان هٽيل. (معيار کان ڪريل ڪونه چئبو جو اُن ۾ ذاتي ناپسندي جو اظهار ٿيندو جيڪو غير سائنسي ڪم ٿيندو).
3. **موضوع جي لحاظ کان آراڊاين ۾ علمي (سائنسي) ۽ غير** علمي آراڊايون نهنديون، ۽ ڌنڌي سان تعلق رکندڙ آراڊايون به انهيءَ ضمن ۾ اينديون جن کي لسانيات جا عالم "ريجسٽر" ڪري ٿا سڏين.
4. **ڳالهائڻ جي وسيلي (ميڊيم)** سان تعلق رکندڙ آراڊاين ۾ لکيل ۽ ڳالهايل آراڊايون اچي وينديون.
5. اسلوب يا طرز تڪلم سان تعلق رکندڙ آراڊايون:





جيڪي ڳالهائيندڙ جي ذهني ائٽيٽيوڊ (attitude) سان تعلق رکن ٿيون. جوز (Joos) جي اڳي پيش ڪيل ماڊل [1967] تي انهن اسلوبن جي رسمي يا غير رسمي هئڻ جي پنجن لاڳيتين صورتن کي ڇيائون:

[1] سخت يا ٺوس،
[2] رسمي [فارمل]،
[3] طبعي يا نيچرل،
[4] غير رسمي ۽
[5] ويجهڙائپ وارو [بي تڪلفاڻو يا بي حجاباڻو] جُوز وٽ رڳو نالن جو فرق هو جنهن مان البته نقطهٔ نظر جي فرق جو پتو به پيو ٿي:
[1] منجمد [فروزن]، پاري وانگي ڄميل
[2] رسمي،
[3] مشاورتي،
[4] بي اونائيءَ وارو ۽
[5] وڌيڪ ويجهڙائپ وارو

### مداخلت [انٽرفيئرنس] جي لحاظ کان اُسرندڙ آراڊايون:

اهي آراڊايون جيڪي معياري توڙي غير معياري آراڊائيءَ ۾ ڳالهائيندڙ جي اصلي ٻوليءَ جي مداخلت ڪري واقع ٿينديون هجن. گهڻ مداخلت واري پاسي، هن طبقي ۾ هندوستاني – پاڪستاني انگريزيون، جتي انگريزي عام جام ڳالهائي ۽ سمڏي ٿي وڃي، پر معياري محاوري ۾ ڳالهائڻ توڙي لکڻ وقت مادري ٻولين جي اثر هيٺ اُچارن توڙي لفظن جي چونڊ ۾ آراڊايون پڌريون ٿي پونديون. مداخلت جي ٻئي آخري چيڙي تي پڄنون ۽ ڪريولون اچي وينديون جن جو ڳالهائڻ توڙي سمجهڻ اُتي جي ماڻهوءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن به انگريزيءَ ڄاڻيندڙ لاءِ ناممڪن هوندو. آراڊاين جو هي ماڊل انگريزيءَ کان سواءِ ٻي ڪنهن ٻوليءَ جي لاءِ به استعمال ڪري سگهجي ٿو.

### 3. اسٽريونز جو ماڊل:

تعليمي مقصدن لاءِ آراڊاين جي ڄاڻ جي تشريح ۾ سٽريوينز پنهنجو

هيءَ ماڊل 1977ع ۾ پيش ڪيو. جنهن ۾ ڪنهن ٻه زبان جي آراڏاين کي عملي مقصد لاءِ ٽن سِرَن هيٺ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) اُهي آراڏايون جيڪي واپرائيندڙ (user) جي فرقن سان تعلق رکنديون هجن.

(2) اُهي آراڏايون جيڪي واهپي (uses) جي فرقن سان تعلق رکنديون هجن.

(3) اُهي آراڏايون جيڪي سماجي تعلقات (social relation) جي فرقن سان تعلق رکنديون هجن.

1. واپرائيندڙ جي فرق سان واسطو رکندڙ آراڏايون ڏيکارينديون ته واپرائيندڙ جي علائقائي اصليت ڪهڙي آهي (يعني ڪٿي جو رهاڪو آهي)؛ ۽ سندس سماجي ۽ تعليمي تاريخ ڪهڙي آهي. (يعني ڪهڙي سماجي طبقي مان آيل آهي ۽ تعليم ڪيتري اٿس). انهيءَ حساب سان جيڪي آراڏايون پيدا ٿين ٿيون، انهن کي سٽريونز محاورن (ڊايالِيڪٽن) ۽ لهجن (ايڪسينٽن) جي فرق ۾ ورهائي ٿو. سٽريونز چوي ٿو ته:

"ٻوليءَ جون اُهي صورتون جن ۾ گروهي خصوصيتون هجن...... (پوءِ اُهي ڀلي علائقائي هجن، سماجي هجن، يا طرز تڪلم جون هجن) انهن کي ڊايالِيڪٽ ۽ ايڪسينٽ چئبو."

**ڊايا ليڪٽ (dialect) ۽ ايڪسينٽ (accent) ۾ فرق ڪيئن ڪبو؟**

سٽريونز (1977ع ص 134) وضاحت ڪندي چوي ٿو ته "جتي سڃاڻپ جا خاص اهڃاڻ رڳو اُچار جا هجن ته ان صورت کي لهجو (ايڪسينٽ) چئبو. جتي سڃاڻپ جا اُهڃاڻ نحوي (گرامر جا) يا صرفي [لفظي] هجن ته اُن صورت کي ڊايالِيڪٽ چئبو." سٽريونز جي چوڻ مطابق انگريزيءَ جي ڪابه آراڏائي ڪابه صورت، جيڪا ڪو به ماڻهو ڪٿي به ڳالهائي يا لکي اها ڪنهن نه ڪنهن





ڊايالِيڪٽ ۾ هوندي. جنهن کي عام طرح معياري انگريزي سڏجي ٿو سا ٽيستائين بي معنيٰ هوندي، جيستائين اهو پڌرو نه ڪجي ته ڪهڙي ڊايالِيڪٽ واري معياري انگريزيءَ جي ڳالهه پئي هلي. وري جڏهن اُها معياري انگريزي ڳالهايل صورت ۾ هوندي ته ڪنهن نه ڪنهن ايڪسينٽ (لهجي) سان واسطو رکندي.

الغرض جڏهن ڳالهائيندڙ ڪا ڳالهه ڪري ٿو ته ٻڌندڙ جهٽ اُن جي متعلق ڪي جاگرافيائي اندازا ڪري ٿو وٺي ته هيءَ ماڻهو ڪٿي جو آهي. اها معلومات هو ٻڌندڙ کي هينئين ڳالهين مان مُهيا ڪري ٿو ڏئي:

1. ڳالهائيندڙ جي علائقائي ڊايالِيڪٽ (محاوري) ۽ اُن سان واسطو رکندڙ علائقائي ايڪسينٽ (لهجي) مان.

1. رڳو پنهنجي علائقائي ايڪسينٽ مان.

لکيل معياري محاورا به وري علائقائي ٿيندا يا غير علائقائي. انهن مان ڪنهن خاص علائقي جي خصوصيتن جي خبر پوندي، يا اهڙي خبر نه پئجي سگهندي مثلاً، سائنسي ۽ صحافتي نوعيت جي ڪتابن توڙي رسالن ۾ سڄي دنيا جا مختلف سائنسدان ۽ صحافي مضمون ڏيندا آهن. پر سندن لکيتن مان لکندڙ جي علائقائي اصليت جو پتو ڪونه پوندو. جيئن انسائيڪلوپيڊيا برٽينيڪا ۾ سنڌ ۽ بلوچستان بابت لکيل مضمونن مان لکندڙ جي علائقائي اصليت جي خبر نه پوندي، جيستائين نالي جي مخففن مان ڪنهن ڄاتل سڃاتل ماهر تعليم جي نالي جو پتو نه پوي پر انسائيڪلوپيڊيا جا اهي ماهر جڏهن ڳالهائيندا ته ٻڌندڙ کي جهٽ احساس ٿي ويندو ته هيءُ ماڻهو فلاڻي علائقي جو ناهي يا فلاڻي علائقي جو آهي. اها ڳالهه انهيءَ ڪري ممڪن ٿي سگهندي جو اُهي معياري، غير علائقائي انگريزيءَ جي محاوري (ڊايالِيڪٽ) کي علائقائي لهجي (ايڪسينٽ) سان ڳالهائيندا.

معياري انگريزيءَ جي انهن محاورن ۽ لهجن جي آراڏاين کان سواءِ سٽريونز "ٻيءَ زبان" جي آراڏاين (مثلاً هندوستاني پاڪستاني انگريزيءَ ۽ پجنن ۽ ڪريولن) جو به ذڪر ڪري ٿو.

2. واهپي جي آڌار تي پيدا ٿيندڙ آراڏايون: هنن ۾ قانوني آراڏاين واريون ٻوليون، موسيقيءَ جي ٻوليءَ واري آراڏائي، سنجيده صحافت واري ٻوليءَ جي آراڏائي، ڪرڪيٽ واري ڪمنٽري يا ٻين راندين توڙي ڏنڌن سان واسطو رکڻ واريون آراڏايون اچي وينديون. اهي آراڏايون پنهنجي خاص لفظن جي واهپي، توڙي گرامر ۾ اُچارن جي پهلوئن سان سڃاتيون وينديون. انهن آراڏاين کي ڪي ماڻهو "ريجسٽر" ڪري ٿا سڏين. جيئن چئجي ته تعليم کاتي وارن جي روز مره گفتگو ۾ ڪي خاص الفاظ هوندا، جي وري وري پيا استعمال ٿيندا. ڪاسائي، ڪنير يا ڪوري پنهنجي ڌنڌي آهر ڪي ڳالهيون پنهنجي گفتگو ۾ ضرور هر هر پيا آڻيندا رهندا وغيره.

3. سماجي تعلقات آهر پيدا ٿيندڙ آراڏايون: ڪير ماڻهو ڪنهن سان ڪهڙي موضوع تي ڪهڙي هنڌ ۾ ڪهڙي وقت ڳالهائي ٿو اُن مان سماجي تعلقات واريون آراڏايون پيدا ٿينديون.



# باب يارهون

## سنڌي ٻوليءَ جي آراڏاين تي تحقيق جا ميدان

جيڪي عالم ۽ محقق سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق ڪرڻ جو شوق رکن ٿا، انهن لاءِ تحقيق جا تمام گهڻا پهلو موجود آهن، جن جي اعتبار سان تحقيق ڪري سگهجي ٿي. اول ته سنڌي ٻوليءَ جي لسانياتي جاگرافي، لسانياتي ائٽلس ۽ لسانياتي جاگرافيءَ جي حساب سان ڊڪشنرين لکڻ جا ميدان آهن، جيڪي بنيادي آهن ۽ ٻيو مڙئي تحقيقي ڪم هوند اُن کان پوءِ ٿئي. گريئرسن جي ڪم کان اڳتي وڌي لسانيات جي اصولن مطابق هوند اُن ڪم کي اُجهائجي.

اُن کان پوءِ سماجي لسانيات جي مدد سان تحقيقون ڪيون وڃن جن ۾

- نوجوانن ۽ پوڙهن جي ٻوليءَ جون آراڏايون،
- شهر ۽ ٻهراڙيءَ جي ماڻهن جي ٻوليءَ جون آراڏايون،
- مختلف سماجي طبقن جي ماڻهن جي ٻوليءَ جون آراڏايون،
- مختلف علمي لياقت رکندڙن جي ٻوليءَ جون آراڏايون،
- هڪڙي ماڻهوءَ جي مختلف هنڌن ۽ حالتن ۾ ڳالهائڻ واري ٻوليءَ جون آراڏايون وغيره پڌريون ڪيون وڃن.
- اُن کان سواءِ هڪڙي هنڌ جي مختلف زمانن ۾ ٻوليءَ جي آراڏاين تي تحقيق ٿي سگهي ٿي،
- يا هڪڙي زماني ۾ مختلف هنڌن جي ٻوليءَ جي آراڏاين تي تحقيق ٿي سگهي ٿي،
- مختلف ڌنڌن، ڪرتن، پيشن جي ٻولين جي آراڏاين تي تحقيق ٿي سگهي ٿي.

سماجي لسانيات جي مدد سان ٿيندڙ تحقيقن ۾ هڪڙو وڏو ميدان آهي لاڳاپي وارين ٻولين (Languages in Contact) جي آراڏاين تي تحقيق جو. ٿرپارڪر ضلعي ۾ سنڌي ٻوليءَ تي مارواڙي ۽ ترڪي ٻوليءَ جو اثر آهي، اُن ڪري اُتي جي سنڌيءَ جي اُچارن، نحوي ترڪيبن ۽ لفظن جي چونڊ جون ڪهڙيون آراڏايون آهن. جيڪي ٻين ضلعن کان مختلف آهن. يا وري اُتي جي ٿري ۽ مارواڙيءَ تي سنڌيءَ جو ڪهڙو اثر پيو آهي. ٻئي پاسي سرائڪي ۽ بلوچي علائقن ۾ اتي جون ٻوليون، هڪ ٻئي تي اثرانداز ٿي رهيون آهن. اُن جي نتيجي ۾ ڪهڙيون آراڏايون پيدا ٿيون آهن: شهر جي سنڌي ٻوليءَ تي پنجابي، اردو ۽ گجراتي، ميمڻي ۽ مڪراني ٻولين جو اثر پئجي رهيو آهي، اُن ڪري اُتي جي ٻوليءَ جي اُچارن، نحوي ترڪيبن ۽ لفظي چونڊ جي حساب سان مختلف آراڏايون پئدا ٿي رهيون آهن. اُنهن ميدانن تي تحقيق ڪري سگهجي ٿي.

## (الف) ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي جو سماجي لسانيات تي ٿيل ڪم:

سنڌي ٻوليءَ تي لسانياتي علم جي نقطۂ نگاه سان هيستائين ڪم ٿورو ٿيو آهي. جان بورڊي (1958) ۽ لڇمڻ خوبچنداڻيءَ (1961ع) جي سنڌي صوتيات تي ٿيل ڪمن کان پوءِ ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي صاحب يونيورسٽي آو ايسيڪس انگلنڊ ۾ "سنڌي ٻوليءَ جي سماجي لسانيات" جي سري هيٺ پي ايڇ ڊي جي ڊگريءَ لاءِ "سنڌ، پاڪستان ۾ ڳالهائجندڙ سنڌي ٻوليءَ جي آراڏائي ۽ ايندڙ ڦير گهير يا فرق جو مطالعو" جي عنوان هيٺ پنهنجو ٿيسس پيش ڪيو جنهن جو موضوع هو "سماجي لسانيات جي لحاظ کان ڳوناٽي ۽ شهري سنڌي جو تشابهتي مطالعو." سندن ٿيسس جرمنيءَ مان لنڪام يوروپا (EUROPA LINCOM)وارن 2001ع ۾ ڇپايو ۽ ان جو پاڪستاني ايڊيشن 2004ع ۾ آيو آهي.

هن مطالعي ۾ اول ڊاڪٽر ٻگهئي صاحب ٿيسس جي مطالعي جي مقصد ۽ ان جي حدن جي احاطي جو ذڪر ڪندي،





سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ۽ اتي ڳالهائجندڙ ٻولين جو ذڪر ڪيو آهي. ٽئي باب ۾ تحقيق جي طريقۂ ڪار جو تفصيل ڏنو آهي. ۽ ٻاڻ جيڪو طريقۂ ڪار يا ميٿاڊالاجي اختيار ڪئي اٿس، ان مطابق وچولي سنڌي ڳالهائيندڙ حيدرآباد ۽ پراڻن هالن جي ٻن پنگتين يا ڪميونٽين مان جنس، عمر، تعليم ۽ سماجي مقام جي ڦرڻ مطابق مخبر چونڊي هٿ ڪيائون جن کان ٿن لسانياتي ڦرڻ بابت معلومات حاصل ڪيائون ته:

1. سنڌيءَ ۾ ٻٽا سر (diphthongs) (آءِ،ايءِ،اوءِ) آهن "ياءِ" ماءِ، پيءِ، جوءِ ۽ هوءَ جهڙن لفظن ۾ استعمال ٿين ٿا. انهن جي اچارجڻ جي ڪيفيت هيءَ آهي جو هڪڙي سُر جو اُچار پورو ٿيندئي ٻيو سُر شروع ٿئي ٿو. اُهي ٻٽا سر (ياءِ، پيءِ، ماءِ، ۽ جوءِ) جهڙن لفظن ۾ ظاهر ٿين ٿا.

فاضل محقق اول ته معلوم ڪرڻ چاهي ٿو ته اهڙا ٻٽا سر يا ڊگها آواز (diphthong) هڪ سر (آ) ۾ بدلجن ٿا يا نه. جيئن مثال طور ڳالهائيندڙ (ياءِ) مان (يا)، (پيءِ) مان (پي)، ماءِ مان (ما)، ويهه مان وي، ۽ جوءِ مان (جو) چوندا هجن. ۽ جيڪڏهن اها تبديل ٿئي پئي ۽ اهي آواز ائين بدلجن پيا فاضل محقق معلوم ڪرڻ چاهي ٿو ته اهي ڪير ڳالهائيندڙ آهن. ڪهڙيءَ جنس وارا، ڪهڙيءَ عمر ۽ ڪيتري تعليم وارا ۽ ڪهڙين حالتن ۾ ڪين اڪيلي سر (Vowel) (آ) ۾ بدلائين ٿا. ٻيو ته اهي ڪهڙا ڳالهائيندڙ آهن جيڪي اهڙي سهڪائي وارو اچار اختيار ڪرڻ بدران پنهنجي اصل ٻٽي سر واري اچار تي قائم رهڻ پسند ڪن ٿا.

2. ٻيو ته سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي آخر ۾ استعمال ٿيندڙ تصريفي حرڪت وارو سر (vowel) ڪري يا حذف ٿئي ٿو يا نه ۽ ڪهڙين - حالتن ۾ ۽ ڪيئن ڳالهائيندڙ ڪيرائي يا حذف ڪري ٿو. جيئن (اڄ جي بدران اڄ، هرڻُ يا هرڻَ جي بدران هرڻ) چون ٿا.

3. ٿيو تہ مورڌني وينجن (retroflex consonant sound) جي فونيمن (phonemes) (ٽ، ڊ، ۽ ڍ) کي اچاريندي گهڙا ڳالهائيندڙ کهڙين حالتن ۾ صاف (ٽ، ڊ ۽ ڍ) کي (ر) جي لار کان سواءِ ۽ کهڙين حالتن ۾ (ر) جي لار سان (ٽر، ڊر ۽ ڍر) الوفون (allophone) سان اچارين ٿا. فاضل مصنف ۽ محقق ان ڏکئي مسئلي کي ائين سولو ڪري پيش ڪيو آهي تہ کهڙين حالتن ۾ انهن آوازن ۾ (ر) اچار ۾ ثابت رهي ٿي ۽ کهڙين حالتن ۾ حذف ٿئي ٿي. جيئن جنڊر يا جنڊ.

ڊاڪٽر صاحب انهيءَ تحقيق ڪرڻ لاءِ جيڪي مخبر هٿ ڪيا تن لاءِ ضروري هو تہ هو پاڻ بہ وچولي سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ هجن. سندن پيءُ ۽ ڏاڏا بہ وچولي سنڌي ڳالهائيندڙ هجن. ۽ جيڪڏهن پرڻيل هجن تہ سندن ازواج (گهر وارا يا گهر واريون) بہ وچولي سنڌي ڳالهائيندڙ هجن.

اهڙي طرح تن لسانياتي قرڻن تي تحقيق ڪرڻ لاءِ تحقيق جي علائقي جو تعين ڪرڻ لاءِ اهو رٿيو ويو تہ هڪ لوڪلٽي وڏي شهر ۽ ٻي ننڍي وسيئن تي مشتمل هجي. جنهن لاءِ حيدرآباد ۽ پراڻا هالا جون بستيون چونڊيون ويون.

سماجي قرڻن مان مخبرن جي سماجي حيثيت، سندن مقامي حالت شهري يا ٻهراڙيءَ وارو (Urban/Rural) هئڻ (حيدرآباد ۽ هالا پراڻا جا رهواسي) جي تعين کان پوءِ سندن جنس، عمر، ۽ تعليم جي قرڻن کي سامهون رکيو ويو. جنس جي لحاظ کان عورتن ۽ مردن جي تعين ڪرڻ کان پوءِ عمر جي قرڻي (variable) کي ٽن گروهن ۾ ورهايائون (جوان 15 سالن کان ٽيهن سالن تائين وارا، وچروٽ يا اڌڙوٽ ٽيهن کان پنجاه سالن وارا ۽ پوڙها پنجاه سالن کان متي وارا.) اهڙيءَ طرح تعليم جي قرڻي کي بہ ٽن گروهن ۾ ورهايائون. (تعليميافتا، وڏي تعليم وارا، ۽ اڻپڙهيل).

اهڙيءَ طرح تحقيق ڪندڙ اول تہ 140 مخبرن کان





گفتگو جا مثالي ٽڪرا هٿ ڪيا، 76 حيدرآباد مان ۽ 64 پراڻن هالن مان. انهن مخبرن جي تعداد کي ٻنهي علائقائي مقامن شهر ۽ ٻهراڙي، عمر، جنس، ۽ تعليم وغيره جي لحاظ کان يڪسان يا هڪساريڪو ڪرڻ لاءِ حيدرآباد مان 22 مخبرن کي ۽ پراڻن هالن مان 13 کي خارج ڪيائون. خارج ڪرڻ جو طريقو اهو ڪيائون جو انگريزي دستور مطابق مخبرن جا نالا يا نمبر ڪاغذ جي ٽڪرن تي لکي انهن کي انگريزي ٽوپلي ۾ وجهي، فال جي قرعي وانگي ويا ڪڍندا. اهڙيءَ طرح باقي رهيل مخبرن جو تعداد ذري گهٽ اعداد و شمار (statistics) جو پرفيڪٽلي هڪ ساريڪو تعداد وڃي بچيو جو حيدرآباد مان 54 باقي رهيل مخبرن مان جنس جي پرڻي مطابق (27 ۽ 27 عورتون ۽ پراڻن هالن مان 51 مخبرن مان 27 مرد ۽ 24 عورتون. (پراڻن هالن جي ٻهراڙيءَ جي علائقي ۾ وڏي تعليم واريون عورتون هٿ ڪونہ آيون.) مختصر طور چئجي تہ مخبر جي وچور وڃي هيئن بيٺي

| | پراڻا هالا | حيدرآباد | جملي |
|---|---|---|---|
| جنس 51 عورتون ۽ 54 مرد | 27+24 | 27+27 | 105 |
| تعليم | 15+18+18 | 18+18+18 | 105 |
| تعليم | 15+18+18 | 18+18+1 | 105 |

فاضل محقق انهن اصل 140 مخبرن سان هيٺين تيرهن موضوعن تي کلي ڪچهري يا ڳالهہ ٻولهہ ڪئي جنهن کي ٽيپ تي رڪارڊ ڪيو ويو.

1. تعليمي نظام متعلق سندن رايا پڇيا ويا.
2. سندن علائقي لڏپلاڻ يا هجرت.
3. ملڪ ۾ امن جي حالت ۽ قانوني نفاذ.
4. علائقي ۾ وندر جون ميسر سهوليتون.
5. شادي.
6. ثقافتي ورثي جو تحفظ.
7. ڪم ڪندڙ تعليمي يافتہ عورتن کي درپيش مسئلا.
8. مخبر ،، جا ذاتي احساسات تہ آيل ڦيرين گهيرين (changes) سان

سنڌن سماج ڪيتري قدر متاثر ٿيو آهي.

9. رڌ پچاءَ جا نسخا (recipes)،
10. راندين جون سهولتون،
11. ٻوليءَ جي بدلجڻ متعلق مخبرن جي راءِ،
12. صحت ۽ صفائي جي خدمتن سان واسطو رکندڙ لوڪل ادارن جي ڪار گذاري،
13. لوڪ ڪهاڻين کي ياد ڪرڻ.

انهن موضوعن تي ڪلي گفتگو ڪان سواءِ مخبر نمبر 39 جيڪو ان وقت 29 سالن جو اسسٽنٽ پروفيسر هو ۽ بظاهر انگلنڊ جون هوائون ڪائي آيو هو انهيءَ کي ٻين راندين جو تہ وڏو شوق هو پر ڏهن ڏونڪن (pins) واري بائولنگ جو وڏو شوقين هو تنهن اهڙو ڪم ڪيو جو پنهنجي گفتگو ۾ انگريزي لفظ تہ استعمال ڪيائين ئي ڪيائين پر 74 دفعا سر ((vowels) استعمال ڪيائين ۽ 51 جاين تي سر حذف ڪيائين. جيڪو 69 سيڪڙو ٿيو انهيءَ ڦرڻي جو. (ص 150)

اهڙي طرح ٿيل گفتگو مان هٿ آيل مواد مان فاضل محقق جو مقصد هو تہ معلوم ڪري تہ ٻهراڙيءَ واري ۽ شهري آراڏائي جي اعداد شمار جي لحاظ سان هڪ ٻئي سان نسبت ڪهڙي هئي ۽ ڪهڙيون آراڏايون چانئجي غالب ٿي وڃڻ جي صلاحيت رکنديون هيون. اهڙي طرح فاضل محقق پنهنجي مواد مان شهري ۽ ٻهراڙيءَ جي آراڏاين جي تناسب معلوم ڪرڻ لاءِ هڪڙو فارمولو بہ ناهي اختيار ڪيو ۽ استعمال ڪيو. (جنهن جي ڪري هن مطالعي کي ڪوائنٽيٽيٽو مطالعو (Quantitative) سڏبو يعني سڄي ويڙهہ آهي انگن اکرن جي هٿيارن جي. جنهن نندي هوندي ڪوڙا پڪا نہ ڪيا ۽ وڏي هوندي (statistician) جي گهر يا آفيس جو در نہ ڪڙڪايو سو هن راند ۾ پوئتي رهجي ويندو. فاضل محقق مون کي ٻڌايو تہ اڳين عالمن جو ڪم هو ڳولهڻ يا سرچ ڪرڻ هاڻوڪن عالمن جو ڪم آهي ان ڳولهيل ڪم تي ريسرچ ڪرڻ يا تحقيق ڪرڻ. ڳالهہ مون کي اهڙي دل سان لڳي جو مون قميص جي پلاند سان قابو ٻڌي رکي آهي. آئندي جي





حياتي هوندي تہ آءٌ بہ اهڙي ئي ريسرچ يا تحقيق ڪندس. پوءِ ڪٿن پاڳا) هن فارمولا جي آڌار تي شهري آراڏائيءَ جي فرڪونسي انڊيڪس (frequency index) برابر هن طريقي سان نڪرندي جو شهري آراڏائيءَ مطابق استعمال ٿيل ڪن لفظن کي جوڙ ڪبو ٻهراڙي ۾ استعمال ٿيل آراڏائيءَ جي عدد سان ان جي جوڙ کي ونڊ ڪبو شهري آراڏائيءَ ۾ استعمال ٿيل ڪل تعداد سان انهيءَ طرح شهري آراڏائيءَ جي فرڪونسي نڪري ايندي ان جي ابتڙ وري طريقو استعمال ڪبو. ٻهراڙيءَ جي فرڪونسي انڊيڪس ڪڍڻ جو.

لفظ جي آخر واري تصريفي حرڪت لاءِ استعمال ٿيندڙ سر جي باقي رکڻ يا محذوف ڪرڻ بابت جيڪڏهن مواد هٿ ڪيو ويو تنهن ۾ هيٺيان مثال خاص طور رڪارڊ ڪيا ويا، هڪڙن مخبرن ڳالهائڻ ۾ تصريفي حرڪتن لاءِ استعمال ٿيندڙ سر (vowel) استعمال ڪيا تہ ٻين نہ ڪيا.

1. (الف) هن ملڪ ۾ امن امان جي صورتحال ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي پئي وڃي.
1. (ب) هن ملڪ ۾ امن امان جي صورتحال ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي پئي وڃي.
2. (الف) اڄڪلهہ جا جوان ماڻهن جو چوڻ ئي ڪو نہ ٿا ڪن.
3. 2. (ب) اڄڪلهہ جا نوجوان ماڻهن جو چوڻ ئي ڪون ٿا ڪن.

ڊاڪٽر صاحب جن ان مان اهو نتيجو ڪڍيو تہ مختلف حرف علت يا وينجنن جي پويان اهو سر جي ڪرڻ يا حذف ٿيڻ جو عمل ٿئي ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ پنهنجي يادداشت مان مثال ڏنا اٿن جن مان معلوم ٿو ٿئي تہ وچولي لهجي ۾ جيڪو هٽو سر (ڊپٿانگ) آهي ۽ هڪ سر واري جيڪا حرڪت آهي سي ٻئي لاڙي لهجي ۾ ناپيد آهن. مثال طور وچولي ۾ استعمال ٿيندڙ (ياءُ، پيءُ، ماءُ، ويهہ، تريهہ، جوءِ، هرڻ، ڀاڻهہ، ڳالهائجي، شامَ، صُبُوحُ، جاءِ) لاڙي لهجي ۾ آخري سر يا (vowel) کان سواءِ ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. جيئن اهي لفظ (يا، پي، ما، ويہ، ٿي، جو هرڻ، ڀاهہ، ڳالهائج، شام، صُبُح، جا) ڪري اچارجن ٿا. ڪاڪي پيرو مل آڏواڻي

جي حوالي سان چيائون ته سر ڪيرائڻ يا حذف ڪرڻ جو اهو لاڙو هندن ۾ واضح آهي. (ان مان هلندي باب چوٿين ۾ آيل انهيءَ بحث جي نتيجي ڏانهن اشارو به ڪيائون ته مسلمانن جي گفتگو ۾ انهيءَ سُر جي وڌيڪ هٽڻ ۽ هندن جي گفتگو ۾ انهي ٻنهي سر جي نه هٽڻ واري ٻنهي تضاد (dichotomy) جو واسطو متان مسلمانن جي عربيءَ ٻوليءَ سان مذهبي لڳاءُ ۽ هندن جي ان سان لڳاءُ نه هئڻ ڪري هجي. (ص 127). انهيءَ سلسلي ۾ اهو به ورجائين ٿا ته پاڪستان جي ٺهڻ جي نتيجي ۾ ٻولين جي له وچڙ ۾ اچڻ (language in contact) جي ڪري سنڌي ٻوليءَ تي وڏو اثر پيو آهي جو اردوءَ جي اثر ڪري ٻنهي سر جي اڪيلي سر ۾ بدلجڻ ۽ تصريفي سر جي حذف ٿيڻ جي معاملي کي هٿي ملي آهي. (ص 127 ۽ 128) ان جو سبب اهو ڄاڻايو اٿن ته اردوءَ ۾ گهڻا لفظ وينجنن (حرف صحيح وارن) تي ختم ٿين ٿا. جڏهن ته سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظ وينجنن بدران سرن سان ختم ٿين ٿا. وري چون ٿا ته جيڪي اردوءَ جا لفظ سنڌيءَ ۾ داخل ٿين ٿا تن ۾ سنڌي انداز گفتگو جي حساب سان لفظ جي آخر ۾ سُرَ واري حرڪت شامل ٿئي ٿي، ان لاءِ مثال ڏنا اٿن ته سنڌيءَ جي لفظن (ٻني، پورو، ڏگ، چنڊراٽي يا چانڊوڪي، سفلُ، ڳنڍيچوڙ ۽ ڪاٺي) جي بدران اردوءَ مان ورتل لفظ (زمينَ يا کيتي، خالي، رستو، چانڊني، فائيديمندُ، جيب ڪترو خوبصورت) استعمال ٿين ٿا. (132 ۽ 133).

فارسي ۽ عربي جي لفظن کي اردوءَ جي معرفت مستعار وٺڻ جي سلسلي ۾ وضاحت ڪجي ته ائين به چئي سگهجي ٿو ته سنڌ جا علماءَ خود عربي ۽ فارسيءَ جا وڏا ڄاڻو هئا ۽ عربي ۽ فارسيءَ جا الفاظ صدين ۽ قصابن کان سنڌ ۾ استعمال ٿيندا رهيا آهن. ايتري قدر جو انهن جا اُچار ۽ انهن جون معنائون سنڌي روپ وٺي بيٺيون آهن، ۽ سنڌ ۾ استعمال ۾ اچي سنڌيءَ جو حصو بنجي چڪا آهن.

ڊاڪٽر صاحب جن اهڙيءَ طرح ڏيکاريو آهي ته انگريزيءَ مان ورتل لفظ ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ به سنڌيءَ ۾ اچي سر واري حرڪت سان اچارجن ٿا. (مثلاً اسڪول، ڪاليج، تهذيب،





ڪي بورڊ وغيره (ص 143 کان 146) اهڙيءَ طرح چون ٿا ته اردو ۽ انگريزي جي اثرن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽي لفظي گروه (lexical classes) پيدا ٿيا آهن. اهي لفظ جيڪي اصلئون سنڌيءَ جا آهن. اردو مان اڌار ورتل الفاظ ۽ انگريزيءَ مان اڌار ورتل. چون ٿا انهن مان پهرئين گروه وارن لفظن ۾ اڻ سيڪڙو سر حذف ٿين ٿا ۽ ٻيانوي سيڪڙو سرن جي باقي رهڻ جو امڪان رهي ٿو. ٻئي ڪلاس (اردوءَ تان مستعار ورتل لفظن ۾) 44 سيڪڙو سر حذف ٿئي ٿو ۽ 56 سيڪڙو باقي رهڻ جو امڪان رهي ٿو ۽ ٽئي ڪلاس (انگريزيءَ تان ورتل لفظن) ۾ ٻٽيهه سيڪڙو سر محذوف ٿيڻ جو امڪان آهي ۽ اٺهٺ سيڪڙو سر داخل ٿيڻ جو امڪان آهي.

ڇهين باب ۾، جتي ٻگهئي صاحب مورڊني ويجنن ۾ (ر) جي اچارجڻ يا محذوف ٿيڻ جي ڳالهه ڪئي آهي، اتي ڪنهن آراڪائيءَ جي شاناٿي، معتبر يا باعزت (prestigious) هئڻ جي ڳالهه به ڇيڙي آهي ۽ ڏيکاريو اٿائون ته ڪهڙيءَ طرح خصوصاً وچولي لڪيل پڙهيل عورتون ان ڳالهه تي پڪيون بيٺل هيون ته سنڌن نياڻيون (ڊ، ٿ، وغيره) کي بنا (ر) جي شامل ڪرڻ سان اچارين جو اها آراڪائي وڌيڪ شاناٿي يا معتبري واري آهي. (ص 163 ۽ 164)

البته (تر ۽ ڊر) وارو هيءُ معاملو ڪجهه ڏکيو ۽ ڪجهه منڊل آهي، ان ڪري ان کان اڳ جو ڊاڪٽر ٻگهئي صاحب جي ڳالهه پاڻ کي سمجهه ۾ اچي ڪي وضاحتون پيش ڪرڻ ضروري آهن. اول ته هي مسئلو انگريزيءَ ۾ ستار واٽر يا هارڊ (star, water, hard) جهڙن لفظن جي اچارڻ جي مسئلي کان مختلف آهي، جنهن ۾ (ر) فونيم هارڊ، واٽر، يا ستار جهڙن لفظن ۾ اصلئون موجود آهي پر اچارڻ وقت انگريزن جي ڪن لهجن ۾ حذف ٿئي ٿي ۽ انهن لفظن جو اچار (ستا)، (واٽ) ۽ (هاڊ) (sta:; wa: ta; and ha: d;) (ر) کان سواءِ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. دراصل انهن لفظن ۾ (ر) اصلئون فونيم جي حيثيت ۾ موجود آهي ۽ فونيم جي حيثيت ۾ حذف ٿي ٻڌڻ ۾ نه ٿي اچي. انگريز اهو ڄاڻن ٿا، ان قياس تي جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ (ر) جي حذف جي ڳالهه ٻڌائون ته سنڌن دل کي لوڏوئي ڪو نه

آيو. سنڌيءَ جي مورڌني (retroflex) آوازن ۾ (ٽ، ڊ) وغيره جي اصل حيثيت فونيمڪ آهي، (ٽ ۽ ٽر وغيره ان جون الوفونڪ حيثيتون آهن. انهن جي (ر) کي حذف يا ثابت ڌڏهن چٽيو جڏهن اصل فونيم (ٽر، ڊر، وغيره) هوندو ۽ (ري) سان يا (ري) ڪان سواءِ اچار سندس الوفونڪ آراڌايون هونديون. ٻي ڳالهه ته سنسڪرت ۾ مورڌني آوازن بدران (تر، در) پتر، چندر آهن. سنڌيءَ ۾ اهي آواز بدلجي پٽ يا پٽر ۽ چنڊ يا چنڊر ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. سنسڪرت ۾ ٻيو هڪڙو آواز آهي، جيڪو ڳڏيل فونيم (ڪش) ٻڌڻ ۾ ايندو جيئن لڪشمڻ جيڪو سنڌيءَ ۾ جڏهن اچي ٿو ته لڇمڻ يا لکمڻ ۾ بدلجي وڃي ٿو. ايران جي ڪن علائقن ۾ (ڪ) اهڙي نموني اچارجي ٿو جو پاڻ کي سنسڪرت جي (ڪش) وانگي ٻڌڻ ۾ ايندو جيئن (ا^ ڪبر) چوندا ته پاڻ کي ٻڌڻ ۾ ايندو (ا^ ڪشبر). انهيءَ ڪان سواءِ جيئن ڪجھ اڳي بيان ڪيوسين، ڪي عربي ڳالهائيندڙ جمال کي گمال، قلب کي گلب ۽ ڪثير کي چٽير چوندا آهن، ۽ حيدرآباد دکن وارا ۽ ايراني قرآن کي غرآن اچاريندا آهن. انهيءَ لحاظ ڪان چئجي ته سنڌي، اردو، فارسي ۾ ته (ج ۽ گ) ٻئي الڳ الڳ فونيم آهن، پر عربيءَ ۾ هڪڙي فونيم جا ٻه الوفون آهن. اهڙيءَ طرح (ڪ ۽ چ) پاڻ وٽ الڳ الڳ فونيم آهن، پر گلف واري عربي علائقي ۾ هڪڙي فونيم جا ٻه الوفون آهن. اهريءَ طرح (ڪ) ته ڪاف آهي پر ايران جي ڪنهن حصي ۾ (ڪش) جي عجب جهڙي صوفي اظهار سان پڌرو ٿو ٿئي، اها ان جي هڪ صوفي آراڌائي (الوفونڪ آراڌائي آهي.) بلڪل اهڙيءَ طرح سنڌيءَ جي (ٽ، ڊ، ٿ وغيره) جي فونيمن (Phonemes) کي جڏهن ماٺو سنڌ ۾ اچارين ٿا ته ڪي (ڊ، ٽ) چوندي زبان کي اهڙو ترڪائين ٿا جو (ڊر، ٽر، ٿر) وغيره ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. اهي (ڊر ۽ ڊ، ٿ ۽ ٿر وغيره) ساڳين فونيمن جون الوفونڪ آراڌايون آهن.

ڊاڪٽر ٻگهئي صاحب جي ٿيسس جي نتيجن تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته پاڻ اها دعوي ڪندي ڏسڻ ۾ اچن ٿا ته شهري (urban) مخبر يعني حيدرآباد شهر جا ڳالهائيندڙ ٻهراڙي (rural) يعني هالن پراڻن جي ڳالهائيندڙن جي مقابلي ۾ نون لاڙن ڏانهن زياده لڙيل





آهن. ۽ پاڻ پيشگوئي ڪن ٿا ته پراڻن هالن وارا به سگهو ئي نواڻين ڏانهن ورڻ شروع ڪندا جو انهن جي ٻوليءَ تي شهري ٻوليءَ جو اثر ٿيندو ويندو. ان جو ڪارڻ اهو ڄاڻائين ٿا ته ابلاغ جي ذريعن جي نوڙي يا رسي شهر توڙي ٻهراڙيءَ جي ڳالهائيندڙن جي ڳچيءَ ڏانهن سوڙهي ٿيندي وڃي.

1. ٻڻي سر جي هيڪلي سر ۾ بدلجڻ بابت اهو چون ٿا ته ڳالهائيندڙ يا مخبر جيتري قدر نوجوان ۽ وڌيڪ پڙهيل هوندا اوتري قدر اهي شهري آراڌائيءَ ڏانهن وڌيڪ لڙيل ڏسڻ ۾ ايندا.
2. لفظن ۾ تصريفي سرن جي محذوف ٿيڻ بابت پاڻ نتيجو اهو ڪڍيو اٿن ته عمر جو ڦرڻو ان معاملي ۾ تمام اهم آهي. (يعني وڏي عمر وارا پنهنجي گفتگو ۾ اهي سر باقي رکن ٿا ۽ ننڍي وهيءَ وارا حذف ڪرڻ ڏانهن لاڙو رکن ٿا.
3. مورڌني وينجن (ٽ، ڊ، وغيره) سان (ر) جي اچارڻ واريءَ آراڌائيءَ بابت به چون ٿا ته تعليم ڪان وڌيڪ عمر ان ڏس ۾ وڏو رول ادا ٿي ڪيو.
4. جنسي تقسيم سان پيدا ٿيل آراڌاين تي وڌيڪ ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ ڪان احتراز (پاسو) ڪندي، ان تي وڌيڪ تحقيق ڏانهن توجه ڇڪائين ٿا.

ڊاڪٽر صاحب پنگتيءَ جي ڇڪ ۽ فرد جي آزاديءَ جي لاڙي واري ڪشا ڪش ڏانهن اشارو ڪندي چون ٿا ته سندن حيدرآباد ۽ هالا جي ٻن پنگتين جي ٻولين جي هن مطالعي مان معلوم ٿيندو ته ٻوليون ڪيئن بدلجن ٿيون ۽ منجهن ڪيئن آراڌايون ٿين ٿيون، ۽ پنگتين جي انهيءَ ضرورت ڏانهن توجه ڇڪجي ٿو ته ٻوليءَ جي هيڪڙائي ۽ وحدت ۽ استقامت ڪيئن قائم رکيا وڃن.

**(ب) سماجي لسانيات، ٻوليءَ جي رٿابندي، ۽ تعليم:**

لسانياتي جاگرافي، سماجي لسانيات، ۽ ٻوليءَ جي آراڌاين تي گذريل اڌ صديءَ ۾ جيڪي تحقيقي ڪم ٿيا آهن، انهن تعليمي ميدانن ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهن جي سوچ ويچار تي وڏو اثر ڇڏيو آهي. هنن علمن جي

اڻاٺ واري زماني ۾ ماڻهن جي فڪر ۽ عمل ۾ جيڪا غير فطري سختي هئي، ۽ جيڪا لچڪ جي اڻاٺ هئي، يا فردن ۽ گروهن جي نقطئہ نظر کي نہ ڏسڻ جي جيڪا منفي صلاحيت هئي، اُن ۾ هاڻي گهڻو فرق اچي ويو آهي. ٻين جي ٻولين سان نفرت ۽ پنهنجي ٻوليءَ سان چريائپ جي حد تائين پيار واري صلاحيت جي بدران هاڻي ٻين جي ٻولين لاءِ عزت ۽ پنهنجي ٻولين کي سائنسي نقطئہ نظر سان ڏسڻ جي تمنا پيدا ٿي رهي آهي. انهيءَ لچڪ ۽ نرميءَ جي ڪري خاص ماڻهو ٻولين جا ماهر آراڏاين کي عزت جي نظر سان ڏسن ٿا. انهن تحقيقي ڪمن جي نتيجي ۾ لکيل ٻوليءَ جي بدران هاڻي ڳالهايل ٻولي تحقيق جو مرڪز بڻجي وئي آهي ۽ ٻوليءَ جي صحيح يا غلط جو معيار جيڪو اڳي گرامر جي ڄاڻوءَ کي سمجهندا هئا، اُهو اعزاز اُن ماڻهوءَ کان ڦري ٻوليءَ جي اصل ڳالهائيندڙ مالڪ جي حوالي ڪيو ويو آهي. هاڻي ٻولي اها صحيح ناهي جيڪا گرامر وارو چوي، پر جنهن بابت ڳالهائيندڙن جي ايقاني قوت (Intuition) چوي. گهڻ ٻوليائي (ملٽي لنگول) ماحول ۾ اڳي جو پنڊت چوندا هئا تہ قوم يا گروهہ جي بقاءَ ۽ وحدت لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهو پنهنجي اختلافن ۽ آراڏاين کي وساري هيڪڙائي اختيار ڪن. اُها ڳالهہ هاڻي غير علمي ۽ غير فطري ثابت ٿي چُڪي آهي. هاڻي ماڻهن تي واضح ٿي چڪو آهي تہ وحدت لاءِ ڪثرت ضروري آهي، آراڏايون فطري آهن ۽ انهن کي هيسائڻ ۽ دٻائڻ سان غير فطري حالتون پيدا ٿين ٿيون. جيڪي قومن ۽ گروهن جي صحت لاءِ سٺيون ناهن. جڏهن اِهو صاف ظاهر آهي تہ سيڪو ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ، پنهنجي لهجي ۽ پنهنجي محاوري سان فطري چاهہ رکي ٿو تڏهن ماڻهن کان پنهنجي شيءِ ڦري مٿن ٻي ڪا ڌاري ڳالهہ مڙهڻ قدرت جي قانون جي خلاف آهي ۽ ان مان نڪي ڪو سماجي ڀلائيءَ جو آسرو رکي سگهبو نڪي ڪنهن سياسي حل جي اُميد رکي سگهبي. نڪي ان مان ڪو لسانياتي مونجهارو حل ٿي سگهندو.

اهڙين حالتن ۾ قومن ۽ گروهن جي لاءِ لازمي ٿيندو تہ ٻوليءَ جي رٿابندي صحيح ڏس تي ڪن. جنهن ۾ فيصلا ڪيا وڃن تہ ڪهڙين





ٻولين جو تعليم ۾ ڪيترو حصو هوندو ۽ انهن ٻولين کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ورتا ويندا.

ٻوليءَ جي رٿابندي وارو علم (Language planning) هاڻي تعليم جي ماهرن، ڪتاب لکندڙن ۽ ناهيندڙن، پڙهائيندڙن ۽ حڪومت جون پاليسيون ناهيندڙن، سڀني ماڻهن لاءِ لازمي آهي. لئنگوج پلاننگ لسانيات جي هڪ نئين شاخ آهي، جنهن تي گذريل پنجاهہ سالن کان ڪم ٿي رهيو آهي.

ٻوليءَ جي صحيح رٿابندي ڪرڻ کان اڳ اِهو ضروري ٿيندو تہ اهڙي رٿابندي ڪرڻ واري کي ٻوليءَ جي آراڏاين جو صحيح علم هجي ۽ رٿابنديءَ وارن کي صحيح قسم جي ڄاڻ هجي تہ ڪهڙا فيصلا ڪهڙن اصولن مطابق ڪيئن ڪرڻا آهن. رٿابندي ڪرڻ تي جيڪي ماڻهو مامور هجن، انهن لاءِ لازمي هوندو تہ اهڙي تربيت ۽ ڄاڻ حاصل ڪن، جنهن جي آڌار تي، جوش ۽ جذبي جي بدران عقل ۽ عملي قدمن جي لحاظ کان فيصلا ڪري سگهن.

ماڻهوءَ کي جيڪڏهن هن ڌرتيءَ تي سک، سانت، صلح ۽ آبروءَ سان رهڻو آهي تہ اهو محبت، ميٺ ۽ هڪ ٻئي لاءِ عزت ۽ احترام، سهپ ۽ برداشت جي جذبن ذريعي سان ئي ممڪن ٿي سگهي ٿو. انهيءَ لاءِ ماڻهوءَ کي ڳُتي جي ٻچ مان نڪري، ڏيڏر واري کوهہ مان ٻاهر اچي، "منهنجي واڙي وسي، ٻين جي ٻلي پينگ تي وڃي" واري اصول کي ترڪ ڪري "جهانن جو خير" گهري "دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين" وارو نعرو هڻي، پنهنجو بہ خير ۽ پر جو بہ خير گهرڻو پوندو. "ڀلي تہ ٻرَ وسن، ڀلي تہ ٿرَ وسن، ڀلي وسن ترايون." سيئي جهان جيڪي خلقيا اٿس، تن تي ڀلي وسون ڪري، پر اُسان جو پنهنجو خير بہ ڪري، دهلي، دکن، ڪابل ۽ قنڌار جو خير هجي، پر پوءِ ڀلي:

"سائينم سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!"

ٻولي، تهذيب ۽ تمدن پاڻ ۾ تمام ويجهو لاڳاپو رکن ٿا ۽ انهن ۾ خوبصورتي ۽ رنگيني پيدا ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ آراڏاين جي

موجودگيءَ کي سهپ ۽ برداشت واري جذبي سان ڏسڻ سگهجي. اهو علم ٻن طريقن سان حاصل ڪري سگهجي ٿو:

پهريون طريقو انهن لاءِ آهي جيڪي عملي ۽ تجرباتي (Empirical) علم ۾ ويساهه رکن ٿا. انهن کي جڳائي ته پاڻ تلاش ۾ جستجو ڪري ڏسن ته ڪيئن معاشري ۾ آراڏايون موجود آهن. جن کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. دل ۾ تمنا ڪرڻ سان اهي آراڏايون متجي ڪونه وينديون. ۽ اهڙي تمنا ڪرڻ عقل سان دشمني ۽ اخلاقيات سان وير پرائڻ جي برابر ٿيندو.

ٻيو طريقو انهن لاءِ آهي جيڪي وحي جي معرفت آيل علم تي ويساهه رکن ٿا. جيڪڏهن اهي ويچار ڪن ته رب پاڪ ڪيئن ڌرتيءَ جا علائقا مختلف نمونن وارا پيدا ڪيا. ڪيئن آسمان يا فضا ۽ آب و هوا کي الڳ الڳ ڌرتيءَ جي حصن جي لحاظ کان آراڏو ڪيائين. انهي زمين ۽ آسمان جي نسبت سان، ڪيئن ماڻهن جي ٻولين ۽ رنگن کي مختلف ڪيائين. نه رڳو انسانن جون ٻوليون آراڏايون جوڙيائين. پر سندن رنگ به الڳ الڳ ڪيائين. اهي سڀ ڏٽي تعاليٰ جون آيتون يا نشانيون آهن. انهن جي آراڏاين سان ئي دنيا جي زينت ۽ رنگيني قائم آهي. جن کي خدا هڪڙي طريقي سان خلقيو آهي ۽ آراڏو بنايو آهي. تن کي متائي جيڪڏهن ماڻهو پائنين ته سڄي ڌرتيءَ تي هڪ جهڙي مٽي هجي، هڪ جهڙا گل، ميوا ۽ گاهه پيدا ٿين ۽ سڄي ڌرتيءَ تي هڪ جهڙو آسمان، هڪ جهڙي فضا ۽ هڪ جهڙي آب هوا هجي، سڄي دنيا جا ماڻهو هڪ ٻولي ڳالهائين ۽ سڄي ڌرتيءَ جا ماڻهو هڪ جهڙي هاٿي ڪاٺي ۽ هڪ رنگ روپ وارا هجن ته اهو ڪفران نعمت ٿيندو ۽ قدرت سان وير وجهڻ جي برابر ٿيندو.

جيڪڏهن ڏٽي تعاليٰ چاهي ها ته هڪڙي نموني جي زمين، هڪڙي نموني جي آب و هوا ۽ فضا، هڪڙي نموني جي ٻولي ۽ هڪڙي نموني جو رنگ سڄي ڌرتيءَ تي چاڻنجي وجي ته هو وس وارو هو پر پاڻ قدرت واري ائين ڪرڻ مناسب نه ڄاتو ۽ انهن چڱني شين ۾ اختلاف يا آراڏايون پيدا ڪيائين ۽ پاڻ چيائين ته اهي آراڏايون علم وارن، عالمن يا سائنسدانن لاءِ نشانيون آهن.





وَمِنۡ اٰيٰتِهٖ خَلۡقُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ
وَاخۡتِلَافُ اَلۡسِنَتِكُمۡ وَاَلۡوَانِكُمۡ
اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّلۡعٰلِمِيۡنَ (الروم 22:30)

۽ سندس نشانين مان آهي آسمانن ۽ زمين جو پيدا ٿيڻ
۽ اوهان جي ٻولين جو آراڏو (مختلف) هئڻ.
۽ اوهان جي رنگن جو (آراڏو هئڻ).
انهن ۾ نشانيون آهن ڄاڻن (عالمن يا سائنسدانن) لاءِ

قرآن حڪيم وٽان هيءَ تنبيهه آهي انهن ماڻهن لاءِ پنهنجي ملڪ جي اصلي ۽ بنيادي ٻولين کي ميساري ڌرتيءَ جي ماڻهن تي هڪ ڌاري ٻولي "قومي ٻولي" جي حيثيت سان مڙهڻ ٿي چاهي ۽ ان شوق ۾ اڌ ملڪ جو وڃائي ويٺا ته به اجا سبق ڪونه سکيوا ٿن.

## (ج) ٻوليءَ جون آراڏايون ۽ تعليمي فيصلا:

تعليم جو سڄو نظام هر مرحلي تي ٻوليءَ سان ٻڌل آهي. گهڻين صورتن ۾ تعليم جي زوال يا تباهيءَ جو اصل ۽ اهم سبب ٻوليءَ جو زوال آهي، يعني ٻوليءَ جي صحيح تعليم نه هئڻ ڪري تعليم کي صحيح طرح شاگردن تائين نٿو پهچائي سگهجي. ان ڪري تعليم ڪاتي وارن کي هڪڙي معاشري جي اندر موجود ٻولين جي نسبتي اهميت کي سمجهي، ان سمجهه آهر تعليمي فيصلا ڪرڻ گهرجن. لسانيات جي علم کان سواءِ ۽ خصوصاً ٻولين جي لسانياتي جاگرافيءَ ۽ سماجي لسانيات ۽ ٻولين جي آراڏاين کي سمجهڻ جي علمن کان سواءِ اهڙا فيصلا ڪرڻ ممڪن ناهن. انهن علمن جي پس منظر کان واقفيت کان سواءِ اهڙا فيصلا ڪري ته سگهجن ٿا. ۽ ماڻهو ڪندا رهيا آهن ۽ شايد ڪندا رهندا، پر هڪڙو ڪم رڳا سان ڪجي ۽ ٻيو ڪم بنا رڳا جي ڪجي، ٻنهي جو نتيجو ساڳيو ڪونه ٿيندو. هڪڙو ڪم علم جي روشنيءَ ۾ ڪجي، ۽ هڪڙو اڻ واقفيت واريءَ اونداهي حالت ۾ ڪجي، ٻنهي جو

گرامري لاڳاپا– لازمي توڙي ثانوي – تصريفن سان ادا ٿي سگهيا ٿي ۽ تقريباً سيئي تصريفن سان ادا ٿيندا هئا. ڪي لاڳاپا "ڪارجي لفظن" (to وغيره) سان ادا ٿيندا هئا. پر ڪوبہ لاڳاپو لفظي ترتيب تي ٻڌل ڪونہ هو جيئن فريز ٿو چوي.

"In Old English practically all the grammatical relationships to which the language gave attention could be expressed by inflections and nearly all were so expressed. Some were expressed by function words, but none, so far as I know, actually depended upon word order for expression."(45)

سنڌيءَ جي فاعل ۽ مفعول جو تعلق اڄ بہ تصريفن (انفليڪشنز) سان ادا ٿئي ٿو.

1. ماڻهوءَ پاڻي لوڙهيو. (ماڻهوءَ ٻنيءَ کي ڏيڻ لاءِ پاڻي ورايو)

2. ماڻهو پاڻيءَ لوڙهيو. (ماڻهو پاڻيءَ ۾ ٻڏي مري لُڙهي وهي ويو)

پهرين جملي ۾ ماڻهوءَ جي (ءَ) حرڪت ۽ ٻئي جملي ۾ پاڻيءَ جي (ءَ) حرڪت فاعلي تصريف آهي.

اهڙيءَ طرح پراڻيءَ انگريزيءَ ۾ بہ فاعل، غير صريح مفعول ۽ اتهامي مفعول (ناميناٽو، ڊيٽيو ۽ اَڪيوزٽو) لاءِ الڳ الڳ تصريفون هيون.

مفعول اتهامي يا صريح (accusative object) جملي ۾ ڪابہ جاءِ والاري سگهيو ٿي. ان جملي ۾ لفظن جي ترتيب جو جملي جي معنيٰ تي ڪوبہ اثر ڪونہ ٿي پيو. نحوي لاڳاپو ساڳيو ٿي رهيو مفعول اتهامي پلي کڻيءَ بہ جاءِ تي هجي. مٿي رڇ ۽ ماڻهوءَ جي جهيڙي واري ڳالھ جيڪا ڪئي سون، پراڻي انگريزيءَ ۾ ان کي هنن چئن نمونن سان لکي يا ڳالهائي ادا ڪري سگهبو هو. (انگريزيءَ جي اڄڪلھ واري حرف تعريف (ڊيفينٽ آرٽيڪل) دَ، دي (the) وانگي ان زماني ۾ مختلف حرف تعريف هوندا هئا، جيڪي حالت (case) جي اعتبار سان تصرف ٿيل (inflected) هوندا هئا. مثلاً se فاعلي حالت لاءِ





ڪتب آڻبو هو ۽ thone مفعولي اتهامي (ڊائرڪٽ آبجيڪٽ يا آڪيوزٽو) حالت لاءِ ۽ "Sloh" جي معنيٰ تي "هنيو يا ماريو" جنهن سان ماڻوڪي انگريزي ۾ Slay, slew ٺا ڇوَن. جملي جي لفظي ترتيب جي لحاظ کان هي چارئي صورتون ممڪن هيون:

(1) ماڻهوءَ رِڇُ ڪُٺو /ماريو. 1. Se mann thone beran sloh.

(The man the bear slew).

(2) رڇُ ماڻهوءَ ڪُٺو. 2. Thone beran se mann sloh.

(The bear the man slew).

(3) رِڇُ ڪُٺو ماڻهوءَ. 3. Thone beran sloh se mann.

(The bear slew the man)

(4) ڪُٺو ماڻهوءَ رِڇُ. 4. Sloh se mann thone beran.

(Slew the man the bear)

هنن چئن لفظي ترتيبن منجهان ڪا هڪڙي لفظي ترتيب بہ اهڙي ڪانهي، جنهن کي اڄڪلھ واري انگريزيءَ جي لفظي ترتيب مطابق صحيح چئجي، حالانڪ پراڻيءَ انگريزيءَ ۾ اهي چارئي صحيح هيون ۽ هڪڙي ئي معنيٰ ڏنائون تہ "ماڻهوءَ رِڇُ ڪُٺو".

3. چارلز فريز انهيءَ ساڳي نقطي تي 1080ع ۾ ايلفرڪ (Aelfric) جي واعظي خطن ۾ مفعول اتهاميءَ جي مثالن کي ڳڻي اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اهو ڪيترا پيرا فعل کان اڳ ۽ ڪيترا پيرا پوءِ استعمال ٿيو آهي. ڪيس معلوم ٿيو تہ مفعول اتهامي ان وقت ٽيونجاھ سيڪڙو فعل کان اڳ استعمال ٿيو هو ۽ سٺيتاليھ سيڪڙو فعل کان پوءِ.

مفعول + فعل جا ڪي مثال:

1. "and Crist to helle gewende and thone deofol gewylde".
(and Christ to hell went and the devil overcame."
(۽ حضرت عيسيٰ دوزخ ڏانهن ويو ۽ شيطانَ (کي) ماتَ ڪيائين.)

2. aelc mann… the… thone ..otherne.. hyrwde."
(each man … who … the other despised)
(هر ماڻهو جنهن ٻئي (کي) ڌڪاريو)

4. and butan se Aelmihtiga God tha dagas gescyrhn
(and but / unless) the Almighty God those days shorten").

1000ع کان 1400ع ڌاري تائين مفعول اتامي پنهنجي صورت ڦيرائيندو گهيرائيندو رهيو. اهڙيءَ طرح نيٺ فعل کان پوءِ واري هُن جي جاءِ وڃي پڪي ٿي بيٺي، جيئن لفظي ترتيب ٿانيڪي ٿيندي ٿي وئي، تيئن تصريفون بہ منجهائس نڪرنديون ٿي ويون.

ٽيبل: مفعول اتاميءَ جي جاءِ فعل کان اڳ ۽ پوءِ (47)

| Direct Object | 1000ع | 1200ع | 1300ع | 1400ع | 1500ع |
|---|---|---|---|---|---|
| اتامي مفعول فعل کان اڳ (مفعول فعل) | 52.5٪ | 53.7٪ | 40+٪ | 14.3٪ | 1.87٪ |
| اتامي مفعول فعل کان پوءِ (فعل مفعول) | 47.5٪ | 46.3٪ | 60٪ | 85.7٪ | 98.13٪ |

هن بحث مان اهو ثابت ڪرڻ مقصود هو تہ انگريزي ٻولي جنهن نموني سان اڄڪلهہ نام نهاد "فاعل – فعل – مفعول" جي لفظي ترتيب (Word order) کي مضبوطيءَ سان چهٽي پئي آهي. اِهو ان ڪري جو هُن پنهنجي اوسر دؤران تصريفن کي ٻوليءَ مان ڪڍي ڇڏيو ۽ ان جي جاءِ تي فاعل، مفعول جي لاڳاپي کي ادا ڪرڻ لاءِ لفظي ترتيب تي سڄو بار وڌو. هاڻي هي پهريان ٻہ جملا مختلف گرامري لاڳاپا ٿا رکن ۽ پويان ٻہ انهيءَ لحاظ کان غلط آهن تہ انگريزي ڳالهائيندڙ ماڻهو ائين ڪونہ چوندو:

1. The man killed the bear (ماڻهوءَ رڇ ماريو)
2. The bear killed the man (رڇ ماڻهوءَ ماريو)
3. ⁎ Killed the man the bear.
4. ⁎ The man the bear killed.





انگريزيءَ جي برعڪس سنڌي اڄ بہ تصريفي ٻولي آهي ۽ ايتري قدر تصريفي آهي جو انگريزي 1000ع ۾ بہ اهڙي ڪانہ هئي. سنڌيءَ ۾ لازمي توڙي ثانوي نحوي (گرامري) لاڳاپن ادا ڪرڻ واريون تصريفون فعل ۾ وجهي سڄو جملو هڪ لفظ ۾ ادا ڪري سگهجي ٿو. اها ڳالهہ انگريزيءَ ۾ ڪڏهن ڪانہ هئي پر عربيءَ کان سواءِ دنيا جي ڪنهن ورلي ٻوليءَ ۾ هوندي هي انگريزيءَ جا جملا ڏسو انهن جو ترجمو "فاعل – مفعول" واريءَ ڪتابي ٻوليءَ ۾ بہ ڏسو ۽ وري ڳالهايل سنڌيءَ ۾ بہ ڏسو.

| ڳالهايل سنڌي | ڪتابي سنڌي جملا | انگريزيءَ ۾ ترجمو |
|---|---|---|
| پٽيائينمَ | هن مون کي پٽيو | 1. He cursed me |
| لکيو مانس | مون هن کي لکيو | 2. I wrote him |
| ماريندينِ | تون هنن کي ماريندئين | 3. you (female) will kill (or beat) them |

انهيءَ ۾ ڪهڙي عبرت جي ڳالهہ آهي تہ تصريفون سنڌيءَ جي فعل کي لڳن ٿيون ۽ فعل جي اصلي صورت انهيءَ ننڍڙي جملي جي اڳياڙيءَ ۾ آهي، انهيءَ ڪري جو معنيٰ جو مرڪز هميشہ فعل ئي رهيو آهي، ۽ انهيءَ ڪري verb (ورب) جي معنيٰ ئي آهي "اهو لفظ" (the word) انهيءَ ڪري جيڪڏهن اسان جا ڪماڻيڪار فعل کان جملي کي شروع ٿا ڪن تہ ڪا اربع خطا ڪانہ ٿي. اِها بلڪل فطري ٻولي آهي جيڪا هو استعمال ڪن ٿا. جو فعل خود فاعل موجود آهي. اٿيو آهيان، اٿي آهيان، اٿيا آهيون، اٿيو آهي، اٿندو اٿنداسون جي معنيٰ ٿي آءٌ اٿيو آهيان، آءٌ اٿي آهيان، اسين اٿيا آهيون، هو اٿيو آهي هو اٿندو، اسين اٿنداسون.

## (هـ) سنڌي ٻوليءَ کي لفظي ترتيب جي پابنديءَ جو لاچار ڪونهي

ڪنهن لاچار جي ڪري انگريزيءَ جهڙن ٻين ٻولين کي هن وقت

لفظي ترتيب تي ڀاڙڻو پوي ٿو اُهو لاچار سنڌيءَ کي ڪونهي. انهيءَ ڪري جو لازمي گرامري لاڳاپا (فاعل – مفعول) سنڌيءَ ۾ هميشه وانگي اڄ بہ تصريفن جي وسيلي ادا ٿين ٿا. جيئن اڳي چيو ويو هيٺيان جملا نج سنڌيءَ ٻوليءَ جا آهن. جيڪي زندگيءَ جي مختلف صورتن ۽ واقعن جي مناسبت سان ماڻهن جي واتان ٻڌڻ ۾ ايندا. جيڪڏهن ڪنهن گراميرين اهڙا جملا اڳي ناهن ٻڌا تہ اهو ٻوليءَ جو ڏوهہ ڪونهي، سندس زندگيءَ جي تجربن جو قصور آهي

| (الف) ’رِڇ‘ فاعل ’ماڻهو‘ مفعول تصريف سان | (ب) ’ماڻهو‘ فاعل، ’رڇُ‘ مفعول تصريف سان |
|---|---|
| 1. رِڇَ ماڻهو ڦٽيو | 1.رِڇُ ماڻهوءَ ڦٽيو |
| 2. ماڻهورِڇَ ڦٽيو | 2. ماڻهوءَ رِڇُ ڦٽيو |
| 3. ڦٽيورِڇَ ماڻهو | 3. ڦٽيورِڇُ ماڻهوءَ |
| 4. ڦٽيو ماڻهورِڇَ | 4. ڦٽيو ماڻهوءَ رِڇُ |
| ڪارجي لفظ | ڪارجي لفظ |
| 5. رِڇَ ماڻهوءَ کي ڦٽيو | 5. رِڇَ کي ماڻهوءَ ڦٽيو |
| 6. ماڻهوءَ کي رِڇَ ڦٽيو | 6. ماڻهوءَ رِڇ کي ڦٽيو |
| 7. ڦٽيورِڇَ ماڻهوءَ کي | 7. ڦٽيو رڇَ کي ماڻهوءَ |
| 8. ڦٽيو ماڻهوءَ کي رِڇَ | 8. ڦٽيو ماڻهوءَ رڇَ کي |

(الف) وارن مثالن ۾ جن ۾ رڇُ فاعل (ڦٽڻ وارو ڪم ڪرڻ وارو) آهي تن انن ئي مثالن ۾ رِڇَ جي ڇ تي زبر تي اچي پر مفعول جي آواز جي ورهاست تصريف واري صورت ۾ ”ماڻهوءَ“ جو آخري آواز / اُوءِ/ ٿو ٿئي ۽ ڪارجي لفظ جي صورت ۾ ماڻهوءَ ۾ /اوءِ/ ٿو ٿئي ۽ تصريفن جو آواز وارن چئن مثالن ۾ مفعول رِڇَ جي ڇ تي پيش /ڇُ/ ۽ ڪارجي لفظن سان گڏ استعمال ٿيندڙ مفعول رِڇَ جي ڇ تي زبر /ڇَ/ تي ڏئي ڏنوسين تہ ڪيئن ڪارجي لفظن جي استعمال سان مفعول جون اهي حرڪتون بہ بدلجي ويون. جيڪي دراصل اسمن جون حالتون ٿيون پڌائين. اُردو وانگي جيڪڏهن اِهي حرڪتون سنڌيءَ مان بہ نڪري





وڃن، جيئن گهڻن شهرين جي ٻوليءَ مان نڪرنديون ٿيون وڃن، تہ پوءِ اسان جي لسانيات جي ماهرن جي دل جي اها مراد بہ جلد ئي پوري ٿي ويندي ۽ سنڌيءَ کي بہ ”فاعل – مفعول فعل“ جي لفظي ترتيب جو پابند ۽ غلام ٿي رهڻو پوندو.

جيئن جملن ۾ فاعل، مفعول ۽ فعل جيڪا جاءِ ماڻائين ٿا، انهن مان هر هڪ جو الڳ مقصد ٿو ٿئي، ۽ ڪنهن لفظ جو جملي جي منڍ ۾ اچي جملي جو موضوع بنجڻ ڪو خاص مقصد ٿو رکي ۽ انهن مان ڪ'و جملو ڪهڙي وقت استعمال ٿيندو ان جو دارومدار ڳالهہ ٻولهہ جي متن (Context) ۽ طرز گفتگو تي آهي. جيئن جهيلار واري بحث دوران واضح ٿيو. رهيو سوال تہ هنن جملن ۾ ڪهڙو جملو گهٽائيءَ ۾ استعمال ٿئي ٿو. ان لاءِ چئجي تہ سنڌي جي مختلف ساختن جي ڪثرت استعمال (frequency of usage) معلوم ڪرڻ لاءِ اڃا ڪو علمي مطالعو ڪونهي ڪيو ويو. پر لکت جي ٻوليءَ کي ڏسڻ مان معلوم ٿيو تہ هن خاص حالت ۾ جتي فاعل بہ اسم هجي ۽ مفعول بہ اسم هجي، پهريون ۽ ٻيو استعمال هڪڙي پاسي ۽ پنجون ۽ ڇهون استعمال ٻئي پاسي ڪثرت سان استعمال ۾ نظر ايندا، پر فاعل ۽ مفعول، يا اُنهن مان ڪو هڪ جڏهن ضمير جي صورت ۾ ادا ڪرڻو پوندو تہ استعمال جي ڪثرت (frequency) ۾ فرق ٿيندو.

2. جيڪڏهن رِڇ اسم ڪي، جيڪو هڪڙي پاسي (الف ۾) فاعل ۽ ٻئي پاسي (ب ۾) مفعول آهي، ضمير جي صورت ۾ ادا ڪرڻو پوندو تہ هيٺيان جملا ناهي سگهبا. انهن مان ڪي وڏيڪ استعمال ۾ ايندا. ڪي گهٽ. پر ڪوبہ انهن مان جملو اهڙو ٻڌڻ ۾ ڪونہ ايندو جنهن جي نالي چئي سگهجي تہ هن گهڙا اوٽ جو جملو ڳالهايل ٻوليءَ ۾ ٻڌڻ ۾ ڪونہ ايندو.

2. الف : جنهن ۾ رڇ فاعل هجي (12 ممڪن جملا)

| فاعل لاءِ ضمير جي الڳ حيثيت قائم | |
|---|---|
| كارجي لفظ کان سواءِ | كارجي لفظ سان |
| 1. هن ماڻهو ڦٽيو | 5. هُنَ ماڻهوءَ کي ڦٽيو |
| 2. ماڻهو هن ڦٽيو | 6. ماڻهوءَ کي هِنَ ڦٽيو |
| 3. ڦٽيو هَن ماڻهو | 7. ڦٽيو هُنَ ماڻهوءَ کي |
| 4. ڦٽيو ماڻهو هُنَ | 8. ڦٽيو ماڻهوءَ کي هن |
| ضمير جي ادائگي فعل ۾ تصريف سان | |
| 9. ماڻهو ڦٽيائين (1 بدران) | 11. ماڻهوءَ کي ڦٽيائين (5 بدران) |
| 9. ماڻهو ڦٽيائين (2 بدران) | 11. ماڻهوءَ کي ڦٽيائين (6 بدران) |
| 10. ڦٽيائين ماڻهو (3 بدران) | 12. ڦٽيائين ماڻهوءَ کي (7 بدران) |
| 10. ڦٽيائين ماڻهو (4 بدران) | 12. ڦٽيائين ماڻهوءَ کي (8 بدران) |

2. ب : جنهن ۾ "رڇُ" مفعول هجي (14 ممڪن جملا)

| مفعول لاءِ ضمير جي الڳ حيثيت قائم | |
|---|---|
| كارجي لفظ کان سواءِ | كارجي لفظ سان |
| 1. اهو ماڻهوءَ ڦٽيو | 5. انهيءَ کي ماڻهوءَ ڦٽيو |
| 2. ماڻهوءَ اهو ڦٽيو | 6. ماڻهوءَ انهيءَ کي ڦٽيو |
| 3. ڦٽيو اهو ماڻهوءَ | 7. ڦٽيو انهيءَ کي ماڻهوءَ |
| 4. ڦٽيو ماڻهوءَ اهو | 8. ڦٽيو ماڻهوءَ انهيءَ کي |
| ضمير جي ادائگي فعل ۾ تصريف سان | |
| ضمير جي ادائگي | تصريف سان |
| كارجي لفظ کان سواءِ | كارجي لفظ سان |
| 9. ماڻهوءَ ڦٽيسُ (1 بدران) | 11. کيس ماڻهوءَ ڦٽيو (5 بدران) |
| 9. ماڻهوءَ ڦٽيسِ (2 بدران) | 12. ماڻهوءَ کيس ڦٽيو (6 بدران) |
| 10. ڦٽيسِ ماڻهوءَ (3 بدران) | 13. ڦٽيو کيس ماڻهوءَ (7 بدران) |
| 10. ڦٽيسُ ماڻهو (4 بدران) | 14. ڦٽيو ماڻهوءَ کيس (8 بدران) |

3. جيڪڏهن "رڇَ" اسم رکي، اسم کي "ماڻهوءَ" اسم کي ضمير ۾ ادا ڪرٽوپوي ته هيٺيان جملا ٺاهي سگهبا. هنن مان ٻه کي وڌيڪ پڌرو ۾ ايندا ۽ کي گهٽ.

3. الف جنهن ۾ رڇ فاعل هجي (14 ممڪن جملا)





| ضمير جي الڳ حيثيت قائم | |
|---|---|
| كارجي لفظ کان سواءِ | كارجي لفظ سان |
| 1. رڇ هو ڦٽيو | 5. رِڇ هن کي ڦٽيو |
| 2. هُو رڇَ ڦٽيو | 6. هن کي رڇَ ڦٽيو |
| 3. ڦٽيو رڇ هو | 7. ڦٽيو رڇ هن کي |
| 4. ڦٽيو هو رڇَ | 8. ڦٽيو هن کي رَڇَ |
| ضمير جي ادائگي فعل ۾ تصريف سان | |
| كارجي لفظ سان | كارجي لفظ سان |
| 9. رڇَ ڦٽيُس | 11. رڇ کيس ڦٽيو |
| 9. رڇَ ڦٽيسِ | 12. رِڇَ ڦٽيو کيس |
| 10. ڦٽيسِ رڇَ | 13. ڦٽيو رڇ کيس |
| 10. ڦٽيسِ رڇَ | 14. ڦٽيو کيس رڇ |

2. ب جنهن ۾ ماڻهو فاعل ۽ رڇ مفعول هجي (12 ممڪن جملا)

| ضمير جي الڳ حيثيت قائم | |
|---|---|
| كارجي لفظ کان سواءِ | كارجي لفظ سان |
| 1. رڇ هنَ ڦٽيو | 5. رڇ کي هُنَ ڦٽيو |
| 2. رڇَ ڦٽيو | 6. هُنَ رڇَ کي ڦٽيو |
| 3. ڦٽيو رڇَ هنَ | 7. ڦٽيو رڇ کي هن |
| 4. ڦٽيو هن رڇُ | 8. ڦٽيو هُنَ رڇَ کي |
| 2. ضمير جي ادائگي تصريفن سان | |
| كارجي لفظ سان | كارجي لفظ سان |
| 9. رڇُ ڦٽيائين | 11. رڇ کي ڦٽيائين |
| 9. رڇَ ڦٽيائين | 11. رِڇَ کي ڦٽيائين |
| 10. ڦٽيائين رڇِ | 12. ڦٽيائين رِڇَ کي |
| 10. ڦٽيائين رڇَ | 12. ڦٽيائين رڇَ کي |

4. رڇ اسم ۽ ماڻهو اسم ٻنهي کي ضميرن ۾ ادا ڪرٽوپوي ته:

4. الف جنهن ۾ رڳو فاعل هو (11. ممڪن جملا)

| ضميرن جي الڳ حيثيت قائم | |
|---|---|
| ڪارجي لفظ کان سواءِ | ڪارجي لفظ سان |
| 1. هِن هو ڦٽيو | 5. هِنَ هُن کي ڦٽيو |
| 2. هُو هِنَ ڦٽيو | 6. هُن کي هِن ڦٽيو |
| 3. ڦٽيو هِن هُو | 7. ڦٽيو هِن هن کي |
| 4. ڦٽيو هُو هِن | 8. ڦٽيو هُن کي هِن |
| ضميرن جي اداڻگي تصريفن سان | |
| ڪارجي لفظ کان سواءِ | ڪارجي لفظ سان |
| 9. رڳو ڦٽيائين | 10 رڳو کي ڦٽيائين |
| 9. ڦٽيائينس | 10 کيس ڦٽيائين |
| 9. ڦٽيائينس | 11. ڦٽيائين کيس |
| 9. ڦٽيائين | 11. ڦٽيائينس کيس |

4. ب: جنهن ۾ رڳو مفعول هو. (11 ممڪن جملا)

(ساڳئي متئين انداز ۾ جملا ٺهندا پر جيڪڏهن عدد، جنس يا شخص مختلف هوندا ته وڌيڪ بامعني فرق ظاهر ٿيندا.

اهڙيءَ طرح سنڌيءَ ۾ هڪ قسم جي لاڳاپي، ساڳئي زمان ساڳئي حدن، ساڳين جنسن سان حساب لڳائبو ته جتي سنڌي ۾ 88 صورتون ممڪن آهن، اتي اردوءَ ۾ صرف 12 صورتون ممڪن آهن، ۽ انگريزيءَ ۾ 5 صورتون ممڪن آهن. اهو ڪرشمو تصريفن ۽ ڪارجي لفظن جو آهي. (نسبت نهي 18:12:5 جي.) هتي ڏنوسين ته جڏهن ڪنهن فاعل يا مفعول لاءِ ضمير استعمال ٿي رهيو هجي ته سنڌيءَ ۾ ان ضمير کي جملي ۾ قائم رکڻ بدران، گهٽو ڪري ڪيرائي ڇڏبو آهي. انهيءَ ڪري جو ضميري پڇاڙي اڳئي فعل ۾ موجود آهي. اُن جي مقابلي ۾ انگريزيءَ ۾ ڏسندؤ ته اهو ضيمر وارو فاعل رڳو هڪ صورت، امريءَ ۾ ڪِري ٿو يا حذف ٿئي ٿو جڏهن "تون هيئن ڪر" ۾ "يو" (you) جي استعمال جي ضرورت نٿي رهي. ٻيءَ ڪنهن به حالت ۾ ڪٿڙو به ضمير ورلي ڪيرائي سگهبو.

جن جملن تي ڊاڪٽر الانا صاحب اعتراض ڪيو آهي،





انهن مان هڪُ آهي. "اٿيو آهيان ننڍ مان"

ڊاڪٽر الانا صاحب جن چون ٿا ته هن جملي ۾ فاعل "مُنڍ ۾ هنڻ ڪپي ها، پوءِ مفعول ۽ ان کان پوءِ فعل "ننڍ مان" جو فقرو فاعل به ڪونهي ته مفعول به ڪونهي، اهو جري فقرو (prepositional phrase) آهي، ان ڪري "ننڍ مان" کي جيڪڏهن جملي جي اڳيان آڻبو ته به ڊاڪٽر الانا صاحب وارو اعتراض رهندو ته جملي ۾ فاعل پنهنجي جاءِ تي نهيو مرڳو آهي ئي ڪونه: "ننڍ مان اٿيو آهيان"

اجا به فاعل جڻ ته جملي جي شروع ۾ ڪونهي. اهو تڏهن "صحيح" ٿئي ها، جڏهن چئون ها "آءٌ ننڍ مان اٿيو آهيان." يا "آءٌ اٿيو آهيان ننڍ مان!"

جيڪڏهن اسان جي ٻولي انگريزيءَ جهڙي ٻولي هجي ها، تاريخ جي ساڳين حادثن مان گذرندي اچ تصريفن کان وانجهي، لُنڊي يا ٻُٽي ٿيل هجي ها ته پوءِ اسان لاءِ "شايد" اهڙي ڳالهه لازم ٿئي ها، جنهن ۾ "اٿيو آهيان" کان اڳ "آءٌ" استعمال ڪرڻ ضروري ٿي پوي ها. پر سنڌيءَ جو جيڪو فعل آهي ان ۾ فاعل جي تصريف هميشه موجود آهي. ڪڏهن ڪڏهن منجهس مفعول به آهي ۽ ان هڪ تصريف مان زمان، فاعل ۽ مفعول جي شخصيت (Person) جنس، عدد ۽ حالت سڀ ڄاڻايل هوندا آهن. سنڌيءَ ۾ هيئن چوڻ صحيح آهي:

1. ماريو سونس (اسان هُن کي ماريو)
2. ڏڪُ هڻنديسانءِ. (آءٌ (مونث) توکي ڏڪ هڻنديس).
3. ڇڏائيندو سانِ. (آءٌ هنن کي ڇڏائيندس).

هنن جملن ۾ جيئن ته فاعلُ فعلَ جو هڪ تصريفي حصو آهي ان ڪري "اسان"، آئون، "مون" کي الڳ فاعل جي صورت ۾ لکڻ جي ضرورت ڪانه رهي. ۽ نتيجتاً حذف ڪيا ويا. هاڻي، جملي ۾ جڏهن فاعل جي الڳ حيثيت ئي ڪانهي ۽ (گهٽو ڪري مفعول جي به الڳ حيثيت ڪانه رهي) ته پوءِ اهو ڪيئن چئي سگهبو ته "روز مره گفتار جي ٻوليءَ جي هر جملي ۾ پهرين فاعل پنهنجي جاءِ وٺي بيهندو. پوءِ مفعول ۽ آخر ۾ فعل ٿيندو."

اهڙي قسم جا جملا جيڪي ڊاڪٽر الانا صاحب جي ”فاعل – فعل“ يا ”فاعل – مفعول“ واري قائدي جي پيچڪڙي ڪري لکيا تا وڃن، نہ رڳو شاهہ جي ڪلام يا عام ڳالهايل ٻوليءَ ۾ ملندا، پر چڱن لکيل پڙهيل ماڻهن جي لکڻين ۾ بہ ملي سگهندا. انهن جملن ۾ ائين نٿو ٿئي جيئن ڊاڪٽر الانا صاحب چاهي ٿو تہ: ”عام سنڌي ٻوليءَ جي ستاءَ موجب ڪنهن بہ جملي ۾ پهرين فاعل پنهنجي جاءِ وٺي بيهندو آهي ۽ ان کان پوءِ مفعول ايندو ۽ آخر ۾ فعل ايندو آهي.“ (48).

اچو تہ هنن جملن ۾ ڏسون تہ فاعل پنهنجي جاءِ ڪهڙي هنڌ وٺي بيٺو آهي.

1. ”ڪنهن خادم جي هٿان چوائي موڪليائين تہ پلائي ڪري ڪو پاٽيءَ جو ڪوزو مون کي ڏياري موڪليو“. (49)

(يعني هُن ڪنهن خادم هٿان چوائي موڪليو تہ اوهان پلائي ڪري....)

2. ”جنهن خانداڻ سان دوستي ٿيس... تہ وري ڪانہ توڙيائين“ (50)

(يعني هن جي دوستي جنهن خاندان سان ٿي هُن وري اها دوستي ڪانہ توڙي)

هنن ٻنهي جملن ۾ ڏسو تہ ڊاڪٽر صاحب جي مرضيءَ جي خلاف فاعل پنهنجا مورچا ڇڏي ڪيئن وڃي فعل جي گهر ۾ لڪا آهن؟

3. ”ساري عمر مرحوم جي اها حالت رهي..“ (51)

(مرحوم جي اها حالت ساري عمر رهي)

4. ”انهتر ميل جي ڊسچارج وٺڻ لاءِ مون کي اختياري هئي“ (52)

(انهتر ميل جي ڊسچارج وٺڻ ۾ اختياري مون کي هئي)

هنن ٻن جملن کي ڏسي فيصلو ڪريو تہ ”فاعل ڪهڙا آهن ۽ ڪٿي جا وينا ڪن“

وري هي جملا پڙهي هر هڪ ۾ ڏسو تہ فقير فاعل آهي يا مفعول ۽ پنهنجي مورچي ۾ وينو آهي يا پرائي ۾.

5. ”فقير کي ٿي تهجد ڪرڻ گهرجن“ (53)

6. ”فقير کي ٿي مانيون ڏنيون سين.“ (اسان ٿي مانيون فقير کي ڏنيون)

7. ”فقير کي ٿي تهجد ڪندي ڏٺم.“ (مون فقير کي ڏٺو تہ فقير ٿي تهجد ڪيا.)





8. فقير ٿي تهجد ڪيا.

خود ڊاڪٽر الانا صاحب معياري ۽ لاڙي اچارن بابت لکيو آهي، جن ۾ فاعل حذف ٿيل آهي ۽ جملو فعل کان شروع ٿئي ٿو يا فاعل حذف آهي ۽ جملو مفعول کان شروع ٿئي ٿو (54)

9. ڏسين ٿو – آئون تو کي ڏسان ٿو (ڏسئين ٿو)

10. ڏسين ٿو – تون ڏسين ٿو

11. ڏسين تہ (يا ڏسين ٿو) – هو توکي ڏسي ٿو.

12. گهر اڏرايو مانس (– مون هن کان گهر اڏرايو.)

اهڙيون ترڪيبون فارسي ۽ عربي ٻولين ۾ بہ آهن، جن ۾ جدا فاعل حذف ٿيل آهي، فاعل جو اظهار رڳو تصريف سان ٿئي ٿو جيڪا فعل کي لڳل هوندي آهي. ان ڪري عموماً مفعول سان جملو شروع ٿيندو آهي.

1. ”حيلت آن ساخت کہ چون گريزد“

اتڪل اها ڪيائين تہ ڪيئن هٽي (يعني هن اها اتڪل ڪئي تہ ڪيئن ڀڄي)

”طبيبي از سامانيان راصلت نيکوداد، پنج هزار تومان“

(ويج هڪڙي سامانين جي کي صلو (بدلو) ناهوڪو ڏنائين. رشوت طور پنج هزار تومان)

”ومرا ورا دست گرفت“

(۽ انهي جو هٿ ورتائين)

”وعهد کرد“

(۽ ناهُ ڪيائين...) (پوءِ گهوڙي تان ڪري بيماريءَ جو منهن ڪيائين)

”وبہ پرسش امير آمد“ (55)

(۽ پڇا لاءِ امير آيو)

فاعل – مفعول جا پوئلڳ هوند لکن ها!

”هُن اتڪل اها ڪئي تہ هو / پاڻ ڪيئن هٽي. هنن سامانين جي هڪڙي ويج کي ناهوڪو بدلو ڏنو (رشوت طور) پنج هزار تومان – ۽ هن سندس هٿ ورتو ۽ هُن ساڻس معاهدو / ناهہ ڪيو ۽ امير سندس

پڇا لاءِ آيو...."

2. پادشاهي راشنيدم بکشتن اسيري اشارت کرد (56)
"بادشاه کي ٻڌم (تہ) مارڻ لاءِ قيديءَ جي حڪم ڪيائين" (مون هڪ بادشاه جي نالي ٻڌو تہ هن هڪ قيديءَ کي مارڻ جو حڪم ڪيو).

3. عزرائيل پرئي مڙس کي چيو:
"پيره مرد، حالت چطوره؟ اگر باز هم مي خواهي زنده بماني، حرفي ندارم!"
(پريا مڙس حال ڪهڙا اٿئي؟ يعني تنهنجا حال ڪهڙا آهن، جي اڃا (بہ) چاهين تہ جيئرو رهين (ڪو) اعتراض ڪونهيم)
پرئي مڙس جواب ڏنو:
"اگر مرا قبض روح نکني شکايتت را بخدا ميکنم.
عزرائيل هم فوري جانش را گرفت و راحتش کرد (57)"
(جي منهنجو ساهہ نہ وٺندين (تہ) ميارءَ خدا وٽ پڄائيندس، عزرائيل بہ جهٽ ساهُس (کي) ورتو سُکيس ڪيائين) جيڪڏهن تون منهنجو ساهہ نہ وٺندين، تنهنجي خلاف ميار خدا وٽ پڄائيندس، عزرائيل بہ جهٽ سندس ساهہ ورتو ۽ کيس سکيو ڪيائين (1.58)

4. "اين خانه را مجبور شديم بخريم .... يک خانہ رفتيم بخريم به صد چهل هزار تومان ولي حيف که يکروز زود تر خريد ندش" (58)

5. (انهيءَ گهر کي مجبور ٿياسون تہ وٺون (خريد ڪيون) هڪ گهر وياسون (تہ) وٺون — هڪ سؤ چاليهہ هزار تومان ۾ — پر افسوس جو هڪ ڏينهن اڳواٽ خريد ڪري ويئس)
ڪتابي انداز ۾ لکبو:
"اسين مجبور ٿياسون تہ اهو گهر وٺون.... اسين هڪ گهرُ هڪ سؤ چاليهہ هزار تومان ۾ وٺڻ وياسون پر افسوس جو ڪي ماڻهو هڪ ڏينهن اڳ اُهو گهرُ وٺي ويا!"





• تَتُ:

هن سڄي بحث ۾ اول ڏنوسين تہ لسانيات جي ماهرن جي ذميداريءَ جون ڪي حدون آهن، ۽ ڳالهائيندڙن کي جاهل ۽ لسانيات جي علم کان اڻڄاڻ سمجهي اهڙا قصا قانون مٿن نہ مڙهڻ کپن جيڪي ڏارين ٻولين جي پراڻي زماني جي لکندڙن پنهنجي علمي ڪم مايگيءَ جي زماني ۾ ٺاهيا هئا. لسانيات جي ماهر جو هيئنر فرض آهي تہ ڳالهايل ٻوليءَ جو مطالعو ڪري، پنهنجي گرامر جو نظريوان جي مناسبت سان ٺاهي. وڌيڪ ڏنوسين تہ جهيلار جي لحاظ کان ساڳي لفظي ترتيب ۾ اطلاع جا مرڪز الڳ الڳ ٿي سگهن ٿا، ۽ انهن جي لحاظ کان جهيلار جا مرڪز بہ بدلجي سگهندا، ۽ وري اطلاع جو مرڪز ڪڏهن ڪڏهن جملي جي اول ۾ اچي موضوع بہ بنجي سگهندو آهي، جيڪو هوندي عموماً جملي جو موضوع نہ هوندو آهي. ان لحاظ کان نہ رڳو سنڌي پر خود انگريزي ۾ ٻين ٻولين ۾ بہ مقصد ادا ڪرڻ لاءِ اهڙي لفظ يا فقري کي جملي جي منڍ ۾ آڻبو آهي، جيڪو هوندي جملي جي ڪنهن ٻئي حصي ۾ ايندو آهي. آخر ۾ ڏنوسين تہ ٻولين کي لازمي نحوي يا گرامري لاڳاپن جي اظهار جا جيڪي وسيلا حاصل آهن (تصريفون، ڪارجي لفظ ۽ لفظي ترتيب) تن مان سنڌي ٻوليءَ کي، تصريفي ٻوليءَ هئڻ ڪري، حرڪت جي جيڪا آزادي حاصل آهي، سا اردو ۽ انگريزيءَ کي حاصل نہ آهي ۽ تصريفي ٻولي هئڻ ڪري ئي سنڌي ٻولي فاعل — مفعول فعل جي لفظي ترتيب جي پابند هئڻ تي مجبور ناهي. انهيءَ لحاظ کان ائين چوڻ غلط ٿيندو تہ "روزمره گفتار واري ٻوليءَ جو هر جملو انهن اصولن ۽ قانونن جو پابند هوندو آهي" ۽ ڪماڻيڪارن جي متعلق ائين چوڻ تہ اُنهن "جيهلار جو اصل خيال ئي نہ رکيو آهي"، يا سندن "وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ هو تہ ڪنهن گفتار ۾ جهيلار جو هئڻ اشد ضروري آهي"، غير لسانياتي ۽ غير علمي ڳالهيون آهن. اهڙيءَ طرح لسانيات جي علم کي عام ماڻهوءَ جي پهچ ۽ سمجهہ کان مٿيرو ڪارو علم ظاهر ڪري بلومفيلڊ ۽ ڊينئل جونز (60) جي طلسمي نالن جي هٿيار سان نوجوانن کي هيسائي، ۽ کين لسانيات جي علم کان خائف ۽ متنفر ڪرڻ جي برابر ٿيندو.

# تشريحي ببليو گرافي

(A Descriptive Bibliography)

## باب پهريون

لسانيات جي علم سان دلچسپي رکندڙ پر ان علم ۾ اروڻ يا سيکڙات ماڻهن جي ذهن ۾ انهيءَ علم متعلق جيڪي غلط فهميون ٿي سگهن ٿيون، انهن کي مٽائڻ لاءِ ڏسو:


(1) David, Crystal: *What is Linguistics,* Edward, Arnold, Bath, 1964, 1977.


واڌارن ۽ ضمنن سوڌي 88 صفحن تي پکڙيل هن ڪتاب "لسانيات ڇا ناهي"، "لسانيات ڇا آهي"؟ ۽ "لسانيات جا ڪارج" جي عنوانن سان ٽي باب آهن، جيڪي عام فهم ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. ان کان سواءِ ابتدائي لسانيات جا بيشمار نئين سج نوان ڪتاب ڇپجندا رهن ٿا، ڪي مفيد ڪتاب ڏکيائيءَ جي وڌندڙ ترتيب سان:


(2) Bruce Liles: *An Introduction to Linguistics,* Prentice Hall, 1975

(3) D. L Bollinger: *Aspects of Language, Harcourt,* Brace & World, 2nd edition, 1975.

(4) J. Lyons: *Introduction to Theoretical Linguistics,* O.U.P. 1968.

(5) J. Lyons: article "LINGUISTICS" in Ency, Brit. Vol. 10. 15th edn. 1986, (Latest edition).

(6) R. A. Hall: *Introduction Linguistics,* Chilton Books, 1964.

(7) R.H. Robins: *General Linguistics – An Introductory Survey,* Longman, 1964, 1968.


هيڪر جيڪو لسانيات جي ميدان ۾ ڪاهي پيو ته پوءِ ڪن ڪلاسيڪي مشهور ماڻهن جي تصنيفن مان واقفيت لازمي ٿي پوندي، ڪي مشهور نالا ۽ سندن ڪم:


(8) Ferdinand de Saussure: *Course de Linguistique Generale, (Course in General Linguistics,* English translation. Wade Baskin), New York, 1959,

(9) Edward Sapir: ***Language – An Introduction to the study of Speech,*** London, 1921.

(10) Leonard Bloomfield: ***Language,*** H.R.W. New York, London, 1933, 13th Imp. 1976.







(11) H. A. Gleason: ***Introduction to Descriptive Linguistics,*** H.R.W. 1955, 1978.

(12) Charles Hockett: ***A Course in Modern Linguistics,*** Macmillan, 1958, 1976.


## باب ٻيون

### فيلڊ ورڪ جي اهميت

لسانياتي جاگرافيءَ جي ڪم ۾ ڪارڪن ۽ ڪم رٿيندڙ کي جن مختلف مرحلن مان گذرڻو ٿو پوي، انهن جي تفصيل لاءِ ڏسو:


(13) C. Hockett: (Above No. 12) chapter 56, p. 472.

(14) Raven I. McDavid: ***"American English Dialects"*** in Nelson, (Chapter 9), cited below No. 15.

(15) Nelson, Francis: ***The Structure of American English,*** New York, 1958.

(16) Harold Orton: ***"An English Dialect Survey"***, in Orbis, 1960, Louvain Belgium, reprinted in Hungerford ***et al: English Linguistices,*** Scott, Foresmen & Co. 1970.


فيلڊ ورڪ جي اصولن ۽ طريقن لاءِ ڏسو:


(17) William Samarian: ***Field Linguistics - A Guide to Linguistic Field Work,*** Holt Rinehart, 1967

(18) William Labov: ***Sociolinguistic Patters,*** University of Pennsylvania Press, Philadelphia, ***1972.***

(19) Walt Wolfram & Randolph Fasold: ***The Study of Social Dialects in American English,*** Prentice Hall, 1974.

(20) Bloomfield: ***Language,*** (Cited above No. 10) p. 325.

(21) Edgar H. Sturtevant: ***An Introduction to Linguistic Science,*** Yale U. P. 1947.


لسانياتي جاگرافيءَ جي تفصيلي نقشن جي حوالن لاءِ ڏسو:


(22) Simeon Potter: ***Modern Linguistics,*** Andre Detch, 1957–1971.

(23. Dwight Bollinger: ***Aspects of Language*** 1968, 1975, P. 349, adapted from Hans Kurath and Guy Loman, "The Dialectal Structure of Southern England: Phonological Evidence", No. 54 publication of the American Dialect Society.

(24) E. Bagby Atwood: "Grease and Greasy : A study of Geographical "Variation", in ***Readings in Applied English***

***Linguistics*** by Harold B Allen, ACC, p 247.
(هِنَ ڪتاب ۾ ڏنل پيو نقشو ائٽوڊ جي هن ڪتاب تان ورتل آهي).
(25) Hans Kurath: ***A Word Geography of the Eastern United States***, reprinted in Wallace L. Anderson and Norma, C. Stageberg: ***Introductory Readings on Language***, H.R.W. 1962, 1966
(هن ڪتاب ۾ ڏنل ٽيون نقشو ڪراٿ جي هن ڪتاب تان ورتل آهي).

## باب ٽيون

لسانياتي جاگرافيءَ سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث

لسانياتي جاگرافي ۽ ٻين لسانياتي علمن جي تعلق لاءِ ڏسو:

(26) Wallace Anderson and Norman Stageberg: ***Introductory Readings on Language***, HRW, 1975 p.231 from Kurath cited under No 25.
(27) Nelson, Francis: ***The Structure of American English***, New York, 1958, chapters 1, 9.
(28) Robins (cited above No 7), chapter 1, pp.46.
(29) Bruce L. Pearson: ***Introduction to Linguistic Concepts***, N.Y. 1977, chapter 10.

لسانيات ۽ ٻين غير لسانياتي علمن (سائنسز) جي تعلق لاءِ ڏسو:

(30) E.H Sturtevant (cited above No. 19, pp. 4.8.

فرانسس ۽ رابنز جي مضمونن ۾ ڊاياليڪٽن تي ٻولين جي ننڍين تقسيمن جي لحاظ کان بحث ڪري ڪلاس ڊاياليڪٽ ۽ معياري ٻولين تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ ڊاياليڪٽن جي حيثيت رٿڻ جا اُصول پڌايا ويا آهن ۽ اِهو ڄاڻايو ويو آهي تہ ڪهڙا لسانياتي لاڙا ڊاياليڪٽل ورهاڱن تي اثرانداز ٿين ٿا. مڪ ڊيوڊ جو مضمون مٿي فرانسس واري ڪتاب (27) ۾ ڄاڻايل آهي. گريئرسن جو حوالو اِڳتي ڏنل آهي.

## باب چوٿون

ڊاياليڪٽالاجيءَ سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث

(الف) لهجن ۽ محاورن جي تقسيم جو مسئلو:

لهجن جي پکڙجڻ ۽ لهجن کي ٻوليءَ کان ڌار ڪرڻ جي طريقن لاءِ ڏسو:





(31) S. Potter (cited above No 22), pp. 123-140.
(32) Leonard R. Palmer: ***Descriptive and Comparative Linguistices: A Critical Introduction***, Faber, London, 1972, pp 269-299. about Dialectology.
(33) Edward Sapir: ***Language***, (cited above No. 9), chapter 7.
(34) Edward Sapir 'Dialect' in Hungerford ***et al*** (cited above No 16).
(35) Encyclopedia Britannica, 1979, )15th edtion) Macropaedia, Vol. 5. "Dialects" by Palve Ivic, pp 696 – 701.
(36) G.L Brook: ***English Dialects***, Cambridge, 1963, 1965. Chapter 1.
(37) McDavid's article in Francis (cited above No. 27) pp. 483–485.

مڪ ڊيوڊ اُنهن ستن قوتن يا عوامل (Forces) جو ذڪر ڪيو آهي. جن جي ڪري لهجن ۾ فرق پيدا ٿين ٿا. محاورن ۾ پيدا ٿيندڙ هڪجهڙائين جي ذميدار عوامل لاءِ ڏسو (پامر مٿي ڄاڻايل نمبر 30 ص 277 – 280) محاورن جي گهٽجڻ ۽ هڪڙي معيار جي اسرڻ لاءِ جيڪي عوامل ڪم ڪندا آهن انهن جي جاچ لاءِ ڏسو پاٽر مٿي ڄاڻايل نمبر 29 ص 127، ۽ بلومفيلڊ مٿي ڄاڻايل (10).

ب: ڊاياليڪٽ ۽ ايڪسينٽ جي بحث لاءِ ڏسو:

(38) Rev Walter W. Skeat: ***An Etymological Dictionary of the English language***, Oxford, 1879–1888, 1963.
(39) ***Oxford English Dictionary*** (Unabridged), 1933, 1961. (See latest eddition)
(40) Webster's ***Third International Dictionary of English Language***, 1971. (See latest edditon)
(41) ***Webster's New Collegiate English Dictionary***, 1976. (See latest eddition)
(42) A. S Hornby: ***Advanced Learner's Dictionary***, Oxford, 5th edn. 1976. (See latest edditon)
(43) Peter Strevens: ***New Orientations in the Teaching of English Oxford***, 1977, pp. 129–147, >Varieties of English: A TOEFL Approach."
(44) Peter Trudgill: ***Accent, Dialect, and the School***, Amold, London, 1975.
(45) Joseph Catafago: ***An Arabic and English Dictionary***, First edn?

2nd, 1873, reprint Lebanon 1975.
(46) William T. Wortabet, J. Wortabet, and Henry Porter: *Arabic English Dictionary*, first edn, 1888, 4th reprint Lebanon, 1968.
(47) Francis Joseph Steingass: *Arabic English Literary Dictionary*, 1884, reprint Lahore, Beirut, year?
(48) Lane: *Arabic– English Lexicon*, 1885, reprint Beirut, 1968.
(49) H. Anthony Salmone: An *Advanced Learner's Arabic English Dictionary*, 1889, reprint Lahore, Beirut year?
(50) Francis Joseph Steingass: *Persian– English Dictionary*, Nor Folk, 1892, re print.
(51) J.G Hawa: *Alfaraid Arabic–English Dictionary*, 1899. reprint Beirut, 1970.
(52) Permannad Mewaram: *Sindhi–English Dictionary*, Jote Hyderabad, 1910, reprint.
(53) Elias Anthone Elias, Edward E Elias: *Elias' Modern Dictionary Arabic English*, 1922, Cairo, Egypt, 1972.
(54) Hans Wehr. *(Translation J. Milton Cowan): A Dictionary of Modern Written Arabic*, 1961, 3rd print 1974.
(55) Dr. A Zaki Badawi: *A Dictionary of the Social Sciences, English–French–- Arabic*, Lebanon 1978.
(56) فرهنگ آصفيه، مولوي سيد احمدي دهلوي، اردو، 1906.
(57) قاموس القرآن او اصلاح الوجوه والنظائر في القرآن الكريم للفقيه دامغاني دارالعلم للملايين، بيروت.
(58) المعجم المفهرس للالفاظ القرآن الكريم وضعه محمد فواد عبدالباقي دار احياء التراث العربي، بيروت لبنان.
(59) القاموس المحيط، مجدد الدين محمد بن يعقوب الفيروز آبادي،
(60) المنجد في اللغة والاعلام، الطبع 23، 1975 بيروت
(61) المحيط المحيط: المعلم بطرس البستاني، لبنان 1977ع
(16A) المعجم الوسيط، مجمع اللغة العربية: ابراهيم مصطفي، احمد حسن الزيات، حامد عبدالقادر، محمد علي النجار، المكتبة العلمية، طهران.





باب پنجون

بولي ۽ ان سان لاڳو ڪن وصفن تي بحث

(62) Francis P Dineen: *An Introduction to General Linguistics*, H.R.W. 1967.

هن ڪتاب جي آخري اڌ ۾ ساشوئر، سيپيئر، بلومفيلڊ، فرٿ، هجيلمليو ۽ نوم چامسڪي، جي تصنيفن جو اختصار ۽ انهن جي ڪم تي عالمانه بحث ڪيل آهي. بلومفيلڊ جي سڄي ڪتاب جو باب باب الڳ الڳ ڪري اختصار ڏنو اٿس. ان کان علاوه واٽسونين بهيويوزم ۽ ميڪڊوگل جي مينٽلزم جو پس منظر ۽ بلومفيلڊ تي اُن جو اثر ۽ بلومفيلڊ جي نوائين جو تفصيل ڏنل آهي.

(63) B.F, Skinner: *Verbal Behavior*, New York, ACC 1957.
(64) Noam Chomsky: "Review" on Skinner's "Verbal Behavior", first published in "Language" No. 55. pp. 26,58, 1959.
(65) O.H. Mowrer: "A Psychologist looks at language", in AMERICAN PSYCHOLOGIST, 9, 1964, pp. 660–94.
(66) O.H. Mowrer: *Learning Theory and the Symbolic Process*, New York, 1960.
(67) Noam Chomsky: *Language and Mind*, Harcourt, Brace, N.Y, 1968, 1972.
(68) J.P.B Allen and S. Pit Corder: *Papers in Applied Linguistics, The Edinburgh Course in Applied linguistics, part II*, Oxford, 1975, 1978.

هن ڪتاب ۾ انگرام ۽ ڪلارڪ جا مضمون ٻوليءَ جي حصول ۽ اُن جي استعمال تي آهن. جن ۾ سلوڪ ۽ بين متبادل نظرين تي تفصيل سان بحث ڪيو ويو آهي.

(69) Wilga M Rivers: The *Psychologist and the Foreign Language Teacher*, Chicago, University of Chicago, 1964, 1972.

(ب) ٻوليءَ جي هڪ پراڻي وصف:

(70) Sapir; *Language* (cited above, No. 9).

(1) ٻوليءَ جي وصف جيڪا هيستائين لسانيات جي ماهرن وٽ موافقت توڙي مخالفت جي بحث لاءِ مقبول رهي آهي، سا آهي سيپيئر جي مٿي ڄاڻايل لئنگوج ۾ ڏنل وصف،

(2) بروس لائلز پنهنجي ڪتاب *An Introduction to Linguistics* جا تي باب لکي ٻڌائي ٿو تہ اها سڄي توضيح سيپيئر واري وصف جي نقطۂ نظر کان ڪيل آهي.

(3) سٽر ٽيوان هڪ مثالي وصف ڏئي ان جي هر هڪ لفظ يا فقري تي بحث ڪيو آهي تہ ڇو سندس وصف ۾ اهو خاص فقرو شامل ڪيو ويو آهي.

(4) بروس پيئرسن جي مٿي ڄاڻايل *Introduction to Linguistic Concepts* ۾ بہ اهڙي طرح وصف پيش ڪري، ان جي هر هڪ فقري تي بحث ڪيو ويو آهي جنهن مان ليکڪ ثابت ڪري ٿو تہ هر هڪ لکندڙ پنهنجي ضرورت آهر ۽ پنهنجي مواد کي محدود ڪرڻ لاءِ ڪا وصف پيش ڪندو آهي.

(ج) جانورن جي ٻوليءَ بابت اول تہ شروع ڪجي هاڪيٽ جي ڪتاب کان:

(71) Hockett: *A Course in Modern Linguistics*, (cited above No. 12), Chapter 64.

چوهٽيون بابت "فطرت ۾ انسان جو مقام"، ۽ خصوصاً صفحي 574 تي "ٻوليءَ جون مکيہ خاصيتون".

(72) Fred C. Peng: *Sign Language & Language Acquisition in Man and Ape*, AAAS Selected Symposium, Ser. No. 15, Westview, 1978.

(73) Aline Amon: *Reading Writing Chattering Chimps, Atheinium*, 1975.

(74) Eugene Linden: *Apes. Men and Language*, Dutron, 1975.

(75) Ann Premacrk: *Why Chimps Can Read?* Har, Row. 1976.

(76) Herbert S. Nim Terrace: *A chimpanzee who learned sign Language*, Knopf, 1979.

(ج) ٻوليءَ جي وصف ڪهڙن لسانيات جي ماهرن ڪيئن ڪئي آهي:

(77) William labov: *Sociolinguistic Patterns*. Philadelphia, 1972, Chapter 9. "The Social Setting of Linguistic Change".

(78) Hermann Paul: *Principles of the History of Language*, (tr. H. A Strong), Macmillan, New York, 1889, p. 6.23.

(79) Henry Sweet: *The History of Language*, J. M. Dent, London, 1900, p. 34, i.

(80) Andre Martinet: *Elements of General Linguistics*. (Tr. S.





Palmer,) U. of Chicago Press, 1964, p. 52

(81) J. Kurylowicz: "On the method of Internal Reconstruction" in H. G Lunt (ed) *Proceedings of the Ninth International Congress of Linguistics*, Mouton, the Hague, 1964, p. 11.30.

(82) W.D Whitney: *Language and the Study of Language*. Scribner's, New York, 1901, p. 401.

(83) A. Meillet: Linguistique historique et Linguistique generale Paris 1921, pp. 16–17.

(84) Otto Jespersen: *Mankind, Nation and Individual from a linguistic point of view*. Indiana University Press, Bloomington, 1946, P. 21.

باب ڇهون

لسانياتي جاگرافيءَ جي اوسر جو مختصر تاريخي جائزو

(85) R.H. Robins: *Short History of Linguistics*, London, 1967. Indiana University Press 1974.

(86) Holger Pedersen: (Tr. J.W. Spargo): The *Discovery of Language. Linguistic Science in the Nineteenth Century*, Indiana U.Prss, Bloomington, 1959.

(87) L. Bloomifield (Cited above No. 10). Chapter One.

مضمون جي هن حصي ۾ دانتي کان وٺي نيو گريميرينز تائين جن ڪلاسيڪي لکيڪن جا نالا اچن ٿا، تن جون تصنيفون لاطيني، جرمن، يا فرينچ ٻولين ۾ آهن. تاريخي لسانيات جي سنجيده شاگردن لاءِ رڳو ڪتابن جا نالا ئي وڏي اهميت وارا آهن. جو منجهائن اُن زماني جي فڪر ۽ ڪم جي نوعيت معلوم ٿئي ٿي. عام پڙهندڙن لاءِ اهي نالا ڄاڻائڻ اجايا ٿيندا، اُن ڪري جنهن کي وڌيڪ ڄاڻ جي ضرورت هجي سو رابنز (7)، پيڊرسن (86) يا بلومفيلڊ (10) جي ببليوگرافين ڏي رجوع ڪري.

((88) Georg Wenker: *Sprachatlas des deutschen Reichs*, (Deutscher Sprachatlas), 1926.

(89) William Skeat: *An Etymological Dictionary of the English Language*, Oxford, 1889.

(91) William Skeat: *English Dialect Grammar 1889*,

## باب ستون ۽ اٺون

لسانياتي جاگرافيءَ جو پهريون ۽ ٻيو دؤر

وينڪر، مري، گليئرون، گريئرسن، جيبر گ ۽ جود ۽ ڊئوزت جي اصلي ڪتابن جو تفصيل متن ۾ بہ اچي ويو آهي.

(92) Georg Wenker: *Sprachatlas des deutschen Reichs* (Deut scher sprachatlas), 1926.
(93) William Skeat: *Eymological Dictionary of the English Language*, Oxford, 1898.
(94) William Skeat: *English Dialects*, 1898, 1911. Cambridge.
(95) J. Wright: *The English Dialect Dictionary*, London (1898–1905)
(96) J. Wright: *The English Dialect Grammar*, Oxford 1905, (Also published as a part of his English *Dialect Dictionary)*.
(97) James Murray: *The Dialect of the Southern Countries of Scotland*, London, 1873.
(98) Jules Gillieron: *Atlas Linguistique de la France*, Paris, 1962–10.
(99) G. A Grierson: *A Linguistic Survey of India*, 1903–1927. Calcutta.
(100) Karl Jaberg and Jakob Jud: *Linguistic Geography of Itlay (Sprah–und sachatlas Italiens und der Sudschweiz )*
(101) Albert Dauzat: *Le Nouvel Atlas Linguistique de La France*.
(102) Hans Kurath: *Handbook of the Linguistic Geography of New England*, Providence, New York, 1972.
(103) Hans Kurath and others: *Linguistic Atlas of New England*, 3 vols. Providence, New England, 1939-43. reprinted in 1972.
(104) Hans Kurath: *A word Geography of the Eastern United States*, Ann Arbor, Michigan University Press, 1949.
(105) Hans Kurath and Raven: *I.* McDavid: *Pronunciation of English in the Atlantic States*, Ann Arbor, 1961.
(106) Bagby E. Atwood: *A survey of Verb Forms in the Eastern United States*, Ann Arbor 1953.
(107) Bagby E. Atwood: *The Regional Vocabulary of Texas* Austin, 1926.
(108) Bagby E. Atwood: "The Methods of American *Dialectology*", *in English Linguistics. An Introductory Reader*, eds. Harold





Hungerford and Others, Glenview, Illinois, 1973 pp. 176–216.
(109) Frederic G. Cassidy: *Dictionary of American Regional English*, Madison, Wisconsin.
(110) Alva L. Davis, Raven I. McDavid, Virginia G. McDavid: *A Compilation of Worksheets of the Linguistic Atlas of the United States and Canada and Associated Projects*. Chicago, 1969.
(111) Angus McIntosh: *Introductory Survey of Scottish Dialects*, Edinburgh, 1952.
(112) J. C. Catford: "*The Linguistic Survey of Scotland*." First published in ORBIS VI 1957, subsequently published in a number of compiled works.
(113) Eugen Dieth and Harold Orton: *Survey of English Dialects: Introduction. The Six Northern Counites and the Isle of Man; the West Milland Counties*.... Leeds. 1962–71.
(114) Martyn F. Walkelin: *Patterns of Folk Speech of the British Isles*. Athlone; London, 1972.
(115) Martin F. Wakelin, *English Dialects. An Introduction Athlone*, London, 1972.
(116) G.L.Brook: *English Dialects*. Andre Deutsch, Cambridge, 1963.
(117) Edurad Kolb: *Atlas of England: Phonological Atlas of the Northern Region*, Berlin, 1966.
(118) Server Pop: *La Dialectologie*. Apercu historique et methods d'engeles linguistiques, Louvain, 1950

## باب نائون

لسانياتي جاگرافيءَ کان سماجي لسانيات تائين

(الف) لسانياتي جاگرافيءَ جي زوال بابت اٽئوڊ جا خيال سنڌس ان مضمون ۾ ڏنل آهن. جيڪو هنگر فورڊ ۽ ٻين جي مضمونن ۾ ڇپيو آهي. "ڊاياليڪٽالاجي" لسانيات جي لاءِ ڪهڙي ڪم اچي سگهي ٿي، ان لاءِ انسائيڪلوپيڊيا برٽينيڪا ۾ ڊاياليڪٽ جي سري هيٺ، يا پـامر جي متي ڄاڻايل ڪتاب ۾ ص294 – 299، يا ويڪلن جي ڪتاب ۾ ص 6–10 ڏسڻ گهرجي. لسانياتي جاگرافيءَ ۾ توضيحي لسانيات جي ويڇي ۽ ان کي گهٽائڻ لاءِ جيڪي ڪوششون ٿيون

ويون آهن، انهن لاءِ ڏسو:

(119) William Labov: "The Social Setting of Linguistic Change " in his *Sociolinguistic Patterns*, U of Penn. Press, 1972 (No. 77 above).
(120) Moulton: "Dialect Geography and the Concept of Phonological Space", in WORD: 18: pp. 23_32, 1962.
(121) Uriel Weinreich: ***Language in Contact: Findings and Problems***, New York. 1953.
(122) Uriel Weinreich: "Is a Structural Dialectology possible?" in Hungerford and others (cited under 108).
(123) Raven I. McDavid Jr. "Structural Linguistics and Linguistic Geography", in Orbis, X, 1961, pp. 33_46.

(ب) ڊاياليڪٽالاجي ۽ تعليم جو تعلق:

(124) Walt Wolfram and W. Fasold: ***The study of Social Dialects in American English***, An Introduction to linguistic variation that shows both social and linguistic views and offers vital educational applications, Prentice– Hall Inc, Englewood Cliffs' New Jersey, 1974. (Chapter 8: "Social Dialects and Education").
(125) Peter Trudgill: ***Accent. Dialect and the School***, Edward Arnold, London, 1975.
(126) Peter Strevens: ***New Orientations in the Teaching of English***, Oxford, 1977.

باب ڏهون ۽ يارهون

سماجي لسانيات کان محاورن جي اپياس تائين

(الف) سماجي لسانيات جي اوسر:

(127) John Fischer: "Social Influences on the Choice of a Linguistic Variant", in WORD, 1958, 14:47–56.
(128) Dell. H. Hymes: "Towards Ethnographies of Communication: The Analysis of Communicative Events". In Gigilioli's ***Language and Social Context***, Penguin, 1972.
(129) William Samarirn: ***Field Linguistics': A Guide to Linguistic Field Work***, New York HRW, 1967.
(130) Wolfram and Fasold (cited above under 124).
(131) Peter Trudgil: ***The Social Differentiation of English in Norwich***, Cambridge 1947.





(ب) اقليتي گروهن جي محاورن تي تيل تحقيق: اول تہ لابوف جو گهٽو
ٽوڪم اقليتي گروهن جي محاورن تي تيل آهي، ان کان پوءِ ڏسو

(132) Aarons, Gordon, and Stewart: Linguistic Cultural differences and American Education, Florida, 1972.
(133) Labov, Cohen, Robins, and Lewis: "***A Study of the non – Standard English of Negro and Puerto Rican Speakers in New York City***, USUE Final Report, 1968.
(134) Frank Anshen: ***Speech Variation Among Negreos in a small Southern Community***. N.Y University Ph:D. Dissertation, 1969. (unpublished)
(135) Walt Wolfram: ***A Sociolinguistic Description of Detroit Negro Speech***, Washington D.C, Center for Applied Linguisters, 1969.
(136) Claudia Mitchell–Kernan: ***Language Behavior in a Black Urban Community***, Berkley, 1969.
(137) Legum, Pfaff, Tinnie, and Nicholas: ***The Speech of young Black Childern in Los Angles***, Inglewood, California, 1971.
(138) Ralph Fasold: ***Tense-Marking in Black English: A Linguistic and Social Analysis***, Washington D.C, CAL, 1972.
(139) J.L. Dillard: 'Negro Childern's Dialect in the Inner City", The Florida. F.L. Reporter 5:7-10, 1972.
(140) Elaine E. Tarone: ***Aspects of Intonation in Vernacular White and Black English***: University of Washington Ph.D Dissertation 1972.

(ج) پجن ۽ ڪريول: امريڪا ۾ نيگرو محاورن تي ڪم ڪندڙ گهڻا
ڪريولسٽ (ڪريول ٻولين تي ڪم ڪندڙ ماهر) آهن، انهن کان
سواءِ ڏسو:

(141) R.A Hall: ***Pidgin and Creole Languages***, Ithaca, 1966.
(142) J. Spencer: ***The English Language in West Africa***: London 1971.
(143) G. W. Turner: ***The English Language in Australia and New Zealand***, London, 1966.
(144) Beryl Loftman Bailey: ***Jamaican Creole Syntax: A Transformational Approach***, Camridge 1966.
(145) V.K Gokak: ***English in India: its Present and Future***, Bombay 1964.

(146) Braj Kachru: "English in South Asia" First published in *Current Trends in Linguistics*, ed. Thomas A Sebeok, The Hague, 1964.
(147) J.C. Catford: ***A Linguistic theory of Translation***, Oxford, 1965.
(148) M.A.K Halliday, A. McIntosh, and P. Strevens: ***The Linguistic Sciences and Language Teaching***; Longman, 1964, Chapter "Users and Uses of Languages"
(149) M. Gregory: "Aspects of Varieties Differentiation" Journal of Linguistics, Vol.3, No.2.1967.
(150) M. Gregory and Susanne Carrol: ***Language and Situation: Language Varieties and their Social Contexts***, Rutledge and Kegan, 1978.
(151) M. Joos: ***The Five Clocks***, Harcourt Brace, 1967.
(152) Randolph Quirk, Sidney Greenbaum, Geoffrey, Leech, Jan Svartvik: ***A Grammar of Contemporary English***; HBJ: Seminar Press, 1972, pp.13–39.
(153) Peter Strevens: ***New Orientations in the Teaching of English***; Oxford, 1977, pp.129–146
(154) G.L Brook: ***Varieties of English***, Macmillan, 1973.
(155) Peter Trudgill, ***Accent, Dialect, and the School***: Edward Arnold, London, 1975.
(156) Courtney Cazden, Vera John, and Dell Hymes ***The Functions of Language in the Classroom***, London, 1972.
(157) Julia Dakin, Brian Tiffin, and H.G. Widdowson: ***Language in Education: The Problem in Commonwealth Africa and the Indo-Pakistan Sub-Continent***, London, 1968.
(158) Roger W. Shuy: ***Social Dialects and Language Learning***, Champaign, Illinois 1965.
(159) Alfred Aarons, Barbara. Y. Gordon, and William A. Stewart (eds): ***Linguistic Cultural Differences and American Education***: North Miami Beach, The Florida FL Reporter, Vol.7.No.1, 1964.
(160) Rudolph Troike, and Roger Abrahams (eds): ***Language Culture and Education***: Englewood Cliffs, N.J.1972.
(161) Walter Brandish and Dorothy Henderson (eds): ***Social Class, Language, and Education***, London, 1968.





(162) J.B Pride (ed), ***Sociolinguistic Aspects of Language Learning and Teaching***; OUP, 1980
(163) Hans Kurath: "***Area Linguistics and the Teacher of English***", In Allen's "***Readings in Applied English Linguistics***: Appleton Century Crofts, New York, 1964.
(164) Albert H. Marckwardt: "Linguistic Geography and Freshman English" in Allen cited above.
ڊايالیڪٽالاجي ۽ تعليم جي تعلق بابت مٿي وولفرام ۽ فسولڊ (124)، ٽرڊگل (125) ۽ سٽريوينز (126) ۾ ڪي حوالا اچي ويا آهن. "لسانيات ۽ ٻولي ۽ جي تعليم"، ٻوليءَ جون آراڊايون ۽ ٻوليءَ جي تعليم بابت 148 نمبر کان هيستائين (164 تائين) وارا حوالا ڪارائتا آهن. انهن کان سواءِ هيٺيان حوالا به ڏسڻ گهرجن.
(165) Wolfram and Fasold (124), especially chapter 8: "Social Dialects and Education".
(166) Anthony Adams (ed) "The Language of Failure". In Hudders-field, Yorks: ***English in Education***, Vol.4.No.3, 1970.
(167) Julia Dakin, Brian Tiffin, and H.G. Widdowson: ***Language in Education: The Problems in Commonwealth, Africa and the Indo-Pakistan Sub-continent***, London, 1968.
(168) Allison Davis: ***Social Class Influences Upon Learning***, Cambridge, Mas, 1965.
(169) Harold B Allen (Ed), ***Applied English Linguistics***, Appleton Century–Crofts, New York, 1972. Particularly the following articles:
هن ڪتاب ۾ خصوصاً هيٺيان مضمون ڪارائتا آهن:
Hans Kurath: "Area linguistics and the Teacher of English", Harold B Allen: "The Linguistic Atlases: Our New Resource"; Raven I, McDavid: "Some Social Differences in Pronunciation"; John S. Kenyon: "Cultural Levels and Functional Varities of English"; Trevor Hill: "Institutional Linguistics."
ٻوليءَ جي رٿابنديءَ بابت هي ڪتاب ڏسڻ گهرجن:
(170) Joshua A. Fishman: ***Advances in Language Planning*** (ed), Moutan, the Hague, 1974.
(171) Joan Rubin and Bjorn H. Jernudd (eds) ***Can Language Be***

